# منهن تنين مشعل

## (خاڪا)

تنوير عباسي



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ
١٩٩٠ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر هڪ سو ايڪٽيهه

ڇپائيندڙ: نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ

ڪمپوزنگ: ڪمپيوٽرائيزنگ ڪمپوزنگ سينٽر،
پاڪستان چوڪ ڪراچي.

ڇپيندڙ: نيو فيمس پرنٽنگ پريس
هوم اسٽيڊ هال چاڙهي، حيدرآباد.

پهريون ايڊيشن: مارچ ١٩٩٠ع

ٽائيٽل ڪيليگرافي: لياقت علي.

قيمت: [illegible] روپيا

پڪي جلد سان: [illegible] روپيا



---

MUNHUN TANEE MASHAL (Sketches) written by TANVEER ABBASI. Published by New fields Publications, Tando wali-Mohammed, Hyderabad, Sindh. Pakistan First Edition March 1990. Price per copy Rs. [illegible]/

گوندر جن گذاريو، منهن تنين مشعل،
ڪا مون پوي ڪل، انهن جي افسوس جي.
(سچل)

پنهنجي پياري نياڻيءَ

# پارس

جي نانءَ -

سندس آرڪيٽيڪٽ بنجڻ تي تحفي طور

تنوير عباسي

## ليکڪ جا ٻيا ڪتاب

رڳون ٿيون رباب

(شعر جو مجموعو)

جي ماريا نہ موت

(ترجمو)

ٻاراڻا ٻول

(چونڊ ۽ ترتيب)

سچ تري ۽ هيٺان

(شعر جو مجموعو)

جديد سنڌي شاعري

(چونڊ ۽ ترتيب)

خير محمد هيسباڻيءَ جو ڪلام

(تحقيق ۽ ترتيب)

نانڪ يوسف جو ڪلام

(تحقيق ۽ ترتيب)

ڏوري ڏوري ڏيهہ

(سفرنامو)

هيءَ ڌرتي

(شعر جو مجموعو)

ترورا

(چونڊ نثري لکڻيون)

شاهہ لطيف جي شاعري

(ٽي جلد)

(تحقيق)

سچل سرمست (انگريزي)

(چونڊ ۽ ترتيب)

# فهرست

# مهاڳ

هيءُ مضمونَ نہ تحقيقاتي مقالا آهن، ۽ نہ سوانحي. هيءُ مضمونَ فقط منهنجي ذاتي يادگيرين تي مشتمل آهن، جيڪي ڪجهہ قدر تاثراتي آهن.

هنن مضمونن جا موضوع شخصيتون ۽ شخص آهن. انهن جي خاڪا بہ سڏي سگهجي ٿو. انهن ۾ علامہ آءِ آءِ قاضي، شيخ عبدالمجيد سنڌي، حيدربخش جتوئيءَ جهڙيون جڳ مشهور شخصيتون بہ آهن، تہ الڻ شاهہ، بورچي عمر ۽ نرس ڊنزيءَ جهڙا اڻ ڄاتل شخص پڻ. پر هنن مضمونن ۾ هڪ ڳالهہ ساڳي آهي، اها هيءَ، تہ شخصيت يا شخص، جنهن پنهنجي متعلق مونکي لکڻ تي مجبور ڪيو، ان ۾ ڪا اهڙي انوکي ڳالهہ هئي، جنهن منهنجي يادگيرين تي اڻ مٽجندڙ ڇاپا ڇڏيا. ان تي وقت جي وهڪ ڪٽ چاڙهي نہ سگهي، ۽ اها سچي سون جيان سدائين منهنجي حافظي ۾ جرڪندي رهي. انهن مانهن ۾ ڪا اهڙي اڻ رواجي انسانيت جي جهلڪ هئي، جيڪا منهنجي روح کي هڪ امر جوت ڏيئي ويئي.

هونءَ تہ عظيم ۽ جڳ مشهور شخصيتن، علامہ آءِ آءِ قاضيءَ، شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ ۽ حيدر بخش جتوئيءَ جي علمي، ادبي، توڙي سياسي ڪارنامن تي ڪي ٿي ضخيم ڪتاب لکي سگهجن ٿا پر مون هتي مختصر طور انهن جي باري ۾ فقط پنهنجا ذاتي تاثرات ڏنا آهن.

هن ڪتاب ۾ آيل ڪجهہ مضمون اصل ۾ تقريرون آهن، جيڪي مون مختلف موقعن تي ڪيون، ۽ بعد ۾ اهي ٽيپ تان اُتاريون ويون. انهن ۾ علامہ آءِ آءِ قاضيءَ ۽ رشيد ڀٽيءَ جي باري ۾ ڪيل تقريرون اچي وڃن ٿيون. مان ادل سومري، الطاف اثيم، ۽ اختر درگاهيءَ جو ٿورائتو آهيان، جن انهن تقريرن کي ٽيپ تان اتاريو. انهن جي ڳالهايل ٻولي (Spoken Language) آهي، جيڪا جِينن جو تينن رهڻ ڏني وئي آهي. ڳالهايل ٻوليءَ جو گرامر ۽ محاورو الڳ هوندو آهي، جيئن هنن مضمونن/تقريرن جو آهي.

مان فيروز احمد صاحب جو ٿورائتو آهيان، جنهن هن ڪتاب کي ٿوري وقت ۾، سهڻيءَ ۽ جديد ڇپائيءَ سان شايع ڪيو.

تنوير عباسي
سرمد جو گهر
خيرپور
5 مارچ 1990ع

# علامہ آءِ آءِ قاضي

"سج سياٽي جا ڪري سا ئي ساميءَ روءِ،
اڇي ٿي عطر جي منجهان مگٽ بوءِ،
سا ڏيکارينهون جُوءِ جتي لاهوتي لعل ٿيو."

فرشتا نظر نہ ايندا آهن، خاص ڪري، ٢٠ صدي ۾، مون جهڙي گنهگار کان ڪو پڇي تہ تو ڪو ملائڪ ڏٺو. تہ مان چوندس تہ ها مان علامہ آءِ. آءِ. قاضي کي ڏٺو.

علامہ ائين ئي هو جيئن شاہ صاحب چيو آهي:

"مون سي ڏٺا ماءُ، جنين ڏٺو پرينءَ کي،
تنين سندي ڪا، ڪري نہ سگهان ڳالهڙي."

بلڪل نفيس، نازڪ، پاڪ، پوتر، نرمل، سادو، سڀاجهڙو، سنهڙو، جهڙي صورت، تهڙي سيرت. مونکي سعادت حاصل آهي تہ جڏهن علامہ صاحب سنڌيونيورسٽي ۾ Friday Lectures ڏيندو هو تہ مان پنهنجن دوستن سان گڏ ڪوشش ڪري سندن هر ليڪچر ۾ حاضر ٿيندو هوس.

علامہ صاحب جو اهو اصول هو تہ جنهن وقت ليڪچر هوندو هو، (ان وقت ليڪچر شام جو ٥ بجين ٿيندو هو) تہ ڪريڪٽ تو سيڪنڊس پوري ٥ بجي ظاهر ٿيندو هو ۽ اچي ڪرسي تي وهندو هو. ايترو Punctual هو. ان ليڪچر جا موضوع مختلف هوندا هئا. مثلا ڪيمسٽريءَ جو پروفيسر ڪيمسٽري تي ليڪچر ڏيندو هو، ۽ باٽنيءَ جو پروفيسر باٽني جي موضوع تي ليڪچر

ڏيندو هو، ۽ علامہ صاحب في البديھہ انهي ساڳئي موضوع تي بنا ڪنهن تياري جي، ان ڪان يڪدم بعد ۾ صدارتي رايا ڏيندو هو. ۽ اسان کي عجب لڳندو هو تہ هر سبجيڪٽ تي هر موضوع تي علامہ صاحب جي ايڏي گرفت هئي. ايڏي اسٽڊي هئي. ايڏو انهو اپياس هو جو هو انهي سبجيڪٽ جي ماهر، جيڪو انهيءَ تي ليڪچر ڏيندو هو، ان ڪان وڌيڪ اسان کي ان سبجيڪٽ جي باري ۾ ٻڌائيندو هو. هڪ ليڪچر هو اسان جي دوست مقبول ٻٽي جو، جيڪو تنهن زماني ۾ پريس جو مئنيجر هوندو هو. انهي جو ليڪچر هو تہ پريس جي ايجاد ڪيئن ٿي ۽ ان جون Technicalities ڇاهيون؟ اتي اسان چيو تہ اڄ علامہ صاحب جي خبر پوندي جيئن هي سبجيڪٽ ٽيڪنيڪل هو، پر علامہ جيڪو ان تي ليڪچر ڏنو، جو سيني ڪان وڌيڪ معلومات اسان کي ملي. تہ ايڏي وسيع اسٽڊي هوندي هئي علامہ صاحب جي هر موضوع تي. انهيءَ دور ۾ مونکي ياد آهي تہ اسان سان گڏ ڪامريڊ حيدربخش جتوئي بہ هر ليڪچر تي ايندو هو. ڪامريڊ جا خيال پنهنجا، علامہ جا خيال پنهنجا، پر هيون ٻئي شخصيتون معصوم،ٻئي ايماندار ۽ ٻئي Sincere ٻئي پنهنجي پنهنجي اصول جا پڪا. پوءِ جڏهن ليڪچر ختم ٿيندو هو تہ ڪامريڊ حيدر بخش اتي بيهي سوال ڪندو هو ۽ علامہ صاحب ڪڏهن نہ ڪاوڙيو. ڪڏهن بہ پنهنجو صبر ۽ تحمل هٿان نہ ڇڏيائين، هميشہ مرڪندو هئو، ۽ مرڪي ڪامريڊ حيدر بخش جي سوالن جا جواب ڏيندو هو. ڪڏهن بہ هن فتويٰ نہ ڪڍي تہ حيدر بخش ڪافر آهي، ڪو منڪر آهي يا هن کي تعزير ڏيو يا سزا ڏيو - نہ بلڪل نہ - جڏهن بہ حيدر سان ملندو هو تہ تمام وڏي شفقت جو اظهار ڪندو هو. علامہ صاحب هتي خيرپور ۾ بہ آيو. ان جي باري ۾ اسانجي دوست حداد صاحب ڪافي ٻڌايو ۽ هتي

ڪافي رڪارڊ آهي. خاص ڪري جوڊيشل ڪورٽ ۾ علامه جي
فيصلن جو رڪارڊ آهي. جيڪي هن فتوائون لکيون آهن، پر هتي
ڪاغذ ڏسندي معلوم ٿيو ته نومبر ١٩٢٣ع ۾ مير علي نواز "ناز"
جي غزل جو انگريزي ۾ ترجمو ايلسا قاضي ڪيو. جيڪو هن
جي ڪتاب Casual peeps at Sophia ۾ ڇپيل آهي. بهرحال علامه
صاحب جو خيرپور سان جيڪو واسطو هو ان تي حداد صاحب
ڪافي روشني وڌي پر هڪڙي ڳالهه خاص آهي، جنهن جي ڪري
علامه صاحب خيرپور ڇڏي، اها ڳالهه اوهان سان ڪندس.

مير علي نواز صاحب تنهن زماني ۾ هتان جو حڪمران هو،
تنهن زماني ۾ حڪمران جي زبان ئي قانون هو، چو ته مطلق
العنان حاڪم هوندا هئا. علامه صاحب تمام ايماندار جج هو.
اتفاق سان ڪو مير صاحب جو نوڪر ڪيس ۾ ڦاسي پيو ۽ اهو
ڪيس آيو علامه صاحب وٽ. ميرصاحب علامه صاحب ڏانهن هڪ
ماڻهو موڪليو ته مير صاحب جي مرضي آهي ته توهان هن جوابدار
کي ڇڏيو. علامه صاحب پنهنجي چيمبر ۾ ويٺو هو، اوڏي مهل
هڪ ٻئي ماڻهوءَ کي سڏايائين، ان کي پنهنجي پر ۾ وهاريائين ۽
وري سڏايائين انهيءَ سفارشي ماڻهوءَ کي ۽ پڇيائين ته بابا! مير
صاحب ڪهڙو نياپو موڪليو آهي، ته هن وري ورجايو ته مير
صاحب، چيو آهي ته ڦلاڻو ماڻهو اسانجو آهي، انهيءَ کي ڇڏيو.
جيڪو ماڻهو وهاريو هئائين تنهن کان لکرائي ورتائين ته مونکي
هي سفارش ٿي. ۽ تنهن کان پوءِ پنهنجي استعفا لکيائين ۽
استعفا لکي سڌو اسٽيشن پهتو ۽ پوءِ خيرپور ڇڏي هليو ويو، ته
اها هئي علامه صاحب جي ايمانداري.

انهيءَ باري ۾ مان اوهانکي هڪ ٻه حڪايتون ٻڌايان ته پاڻ
جڏهن سنڌيونيورسٽي جو وائيس چانسلر هو ته علامه صاحب کي
لنڊن وڃڻو هجي. هن پنهنجي ڊپارٽمنٽ جا ماڻهو گهرايا ۽

پڇيائين ته "بابا اوهان کي ليبارٽري لاءِ ڪهڙيون شيون گهرجن. مان لنڊن ٿو وڃان، مونکي لسٽ ڏيو ته مان اتان وٺي اچان." انهن علامه صاحب کي لسٽ ڏني. علامه صاحب لنڊن ويو هنن لاءِ اهي شيون آنديون، ته يونيورسٽي وارن T.A بل آٽي علامه صاحب کي ڏنو ته هن تي صحيح ڪيو. علامه صاحب پڇيو ته "بابا! اهو ڇا جو بل آهي؟" هنن وراڻيو ته "سائين اوهان سرڪاري طرح لنڊن ويا هئا ليبارٽري جو سامان وٺڻ سو انهيءَ جو بل آهي." چيائين "ته بابا! آئون يونيورسٽي جي ڪم سان ته ڪونه ويو هوس. مان ته پنهنجي ذاتي ڪم سان ويو هوس، پوءِ جي ڪڏهن اوهان جو ڪم ڪري آيس ته پوءِ ان ۾ ڪهڙي وڏي ڳالهه آهي، انهي لاءِ مان اوهان کان ڇو پئسه وٺان." ۽ علامه اهي پئسا نه ورتا.

ان کان پوءِ ٻي ڳالهه ته جڏهن آخري وقت ۾ پاڻ شاهه جو رسالو پئي ترتيب ڏنائون ته ادبي بورڊ جي طرفان علامه صاحب کي ... روپيه ماهوار اسڪالرشپ ڏيندا هئا. فيصلو اهو هو ته جيستائين شاهه جو رسالو مڪمل ٿئي، تيستائين علامه صاحب کي گذرسفر لاءِ ١٠٠٠ روپيه ڏجي ڇو جو ان وقت علامه صاحب يونيورسٽي کان ٻاهر هو. علامه صاحب اهو هر مهيني چيڪ وٺندو هو ۽ ڪم ڪندو هو. اتفاق سان هڪ دفعي بيمار ٿي پيو ۽ ٻه مهينا علامه صاحب ڪم ڪونه ڪيو، چيڪ بدستور ويندا رهيا. پر انهن ٻن مهينن جو چيڪ واپس موڪليائين بورڊ ڏي نوٽ هڻي ته هي ٻه مهينا مان بيمار هوس، انڪري هي ٻه مهينا مان اوهانجو ڪم ڪونه ڪري سگهيس. انڪري مونکي حق نه آهي ته اهي پئسا مان اوهان کان وٺان. انهي ڪري واپس ڪيان ٿو. اهو هو اصول. اها هئي ايمانداري، جنهنڪري مون کيس فرشتو سڏيو آهي. جيترو وقت علامه صاحب يونيورسٽي ۾ رهيو انجو هڪڙو مثال ته ڊاڪٽر صاحب اوهان کي ٻڌايو، پر مونکي ياد

آهي تہ يونيورسٽي ۾ ڪو صدر اچي - گورنر اچي - وزيراعليٰ اچي پر علامہ صاحب ڪڏهن بہ انکي اسٽيشن يا هوائي اڏي تان وٺڻ نہ ويو نہ ڪنهن کي ڇڏڻ ويو.

هڪ دفعي مشتاق احمد گرماني گورنر هجي ويسٽ پاڪستان جو ۽ يونيورسٽي اچڻو هو، علامہ صاحب کي چيو ويو تہ گرماني صاحب ڏاڍو سخت ماڻهو آهي ۽ وڏي ڳالهہ اها آهي تہ اوهانجو چانسلر، بہ آهي. انکي اسٽيشن تي رسيو ڪرڻ هلو. علامہ صاحب چيو تہ بلڪل نہ، پلي مونکي نوڪري مان ڪڍي ڇڏي، منهنجي اها عزت نہ آهي تہ مان وڃان گورنرن کي رسيو ڪندو. آخر ان ڳالهہ تي راضي ڪيائونس علامہ صاحب کي، تہ هو يونيورسٽي جو چانسلر آهي، اوهان ڪيس گهٽ ۾ گهٽ يونيورسٽيءَ جي در تي ئي رسيو ڪيو، پوءِ علامہ صاحب انکي يونيورسٽي جي در تي رسيو ڪيو.

علامہ صاحب جي زماني ۾ ڇا ٿيو جو ڪراچي يونيورسٽي بہ وجود ۾ آئي ۽ هوڏانهن پنجاب يونيورسٽي بہ هئي. هنن ڍڳا ڍڳ گريجويٽ پيدا ڪرڻ شروع ڪيا، هوڏانهن اسان جا ڇوڪرا ٿورا پيا نڪرن ۽ اسٽينڊرڊ بہ تمام High. علامہ صاحب، کي چيو ويو تہ سائين اهڙي طرح تہ Competition ۾ اسان جا ڇوڪرا رهجي ويندا ۽ توهان مهرباني ڪري نرم ٿيو تہ اسان جا ڇوڪرا نوڪريون وغيره وٺن- علامہ صاحب چيو تہ:

"No- I want quality, not quantity"

اهي الفاظ هئا علامہ صاحب جا. علامہ صاحب جي انهن لفظن جو ثمر، تڏهن مليو، جڏهن ويسٽ پاڪستان ٿيو ۽ لاهور ۾ اسان جا گريجوئيٽس ويا تہ اتي معلوم ٿيو تہ اسانجو هڪ هڪ گريجوئيٽ ڏهن ڏهن تي حاوي ٿي ويو. انهن جي مٿان domin رهيو. اڄ علامہ صاحب جي اسان ياد ملهائيون ٿا ۽ منهن جي خيال ۾

اسانکي ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ اسانجي رشيد احمد شاهہ صاحب جيڪو هي ميڙو مچايو آهي، سو سجايو ٿيندو تہ اسانکي ڪيي تہ Quality - ۽ نہ Quantity .

جيڪو شاگرد هتان ڊگري وٺي ٿو نڪري ۽ انکي ڄاڻ نہ آهي تہ انجي ڊگري بيڪار آهي ۽ ڪاغذ جو هڪ ٽڪرو آهي. منهنجي اوهان کي نصيحت آهي تہ اوهان سڀ ڄاڻو بڻجو. اوهان جنهن جنهن سبجيڪٽ ۾ پڙهو ٿا، انجا ماهر ٿيو ۽ پوءِ ڏسو تہ علامہ صاحب جيڪي جي - ايم - سيد کي خط لکيا اٿئين. انهن ۾ صاف لکيو اٿائين تہ سنڌ جي امن جو پيغام سڄي دنيا جي رهنمائي ڪندو. علامہ صاحب هتي عالمگير مذهب جي ڳالهہ ڪئي آهي، جيڪو سڄي دنيا جي مٿان حاوي ٿي وڃي، سو علامہ صاحب جي انهي خواب جي تشڪيل اوهان نوجوان آهيو. اوهان محنت ڪريو. اوهان جيڪو علم حاصل ڪيو. اهو هڪ سچو علم هجي. ڪوڙي نقلي ۽ جعلي ڊگري نہ هجي، جنهن مان اوهان کي ڪوبہ فائدو نہ پهچندو.

تنهن ڪانپوءِ علامہ صاحب جو جيڪو مطلب هو، سندس خطن مان صاف ظاهر آهي. هڪڙي هنڌ پنهنجي خطَ ۾ لکيو اٿائين تہ مان هر قسم جي تعصب جي خلاف آهيان. هو ڪنهن بہ قسم جو تعصب ۽ ڪٽرپڻو نہ رکندو هو. ٻي ڳالهہ پنهنجي ڪتاب- "Casual peeps at Sophia" ۾ هڪڙو مضمون لکيو هيائين تہ:
"Zartusstra was first beautiful blossom af the history of man"
تنهن ڪان پوءِ زردشت کي پيغمبر سڏيو اٿئين. انهيءَ کي رسول بہ سڏيو اٿئين. انکانپوءِ هڪ ٻئي هنڌ منهنجي هڪ دوست ٻڌايو تہ جڏهن اهڙو دور آيو جو ماڻهو هڪٻئي کي کهڻ لڳا ۽ ڪٽڻ لڳا تہ علامہ صاحب جهڙو حساس ماڻهو ملڪ ڇڏي لنڊن هليو ويو. ڊسمبر ١٩٤٨ع ۾ هڪ خط لکيو اٿئين، جنهن ۾

رت جا ڳوڙها رنو آهي تہ هي انسانن کي ڇا ٿي ويو آهي جو هڪٻئي جو خون ٿا ڪن ۽ هڪٻئي کي قتل ٿا ڪن.

علامہ صاحب جيڪو شاهہ جي شاعري تي مقالو لکيو جنھنجو ذڪر اسانجي دوست ڪيو ۽ ان جو جائزو بلڪل خوبصورتيءَ سان ورتو، ان ۾ هڪ خاص ڳالهہ آهي تہ انکان اڳ جن شاهہ سائين تي لکيو، تن شاهہ سائين کي درويش، پير، بزرگ، ڪرامتون، انجا معجزا، انجو شعر ۽ انجي روحاني معنيٰ ۽ ظاهري معنيٰ انهن ڳالهين ۾ قائل رهيا. ڪڏهن Scientific تجزيو شاهہ جي شاعري جو نہ ڪيو ويو تہ آخر شاعري جي پرکڻ جا اصول ڪهڙا آهن. هرڪو چوندو هئو تہ شاهہ وڏو شاعر آهي. شاهہ دنيا جو عظيم شاعر آهي، اهو صحيح آهي ليڪن ڇو ۽ ڪيئن؟ تہ اهو هڪ سائنٽيفڪ طريقي جي تنقيد جو بنياد ڊاڪٽر گربخشاڻي وڌو ۽ انکانپوءِ علامہ آءِ. آءِ. قاضي جنھن اسانکي ثابت ڪري ڏيکاريو تہ شاهہ عبداللطيف رحہ دنيا جو وڏي ۾ وڏو شاعر هو. تنھن کان پوءِ اسان علامہ جون ڪيئي تقريرون ٻڌيون - انجي هڪ ڪيسٽ هتي بہ ٻڌي، ۽ مان چوندس تہ اسانجي يونيورسٽي تي خاص طرح انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي تي اهو فرض آهي تي علامہ صاحب جي هر تقرير جا ڪيسٽ بازار ۾ مهيا ڪيا وڃن. جيئن اسان مان هرهڪ ان کي ٻڌي سگهي، سمجهي سگهي ۽ انهي تي عمل ڪري سگهي. علامہ صاحب هر تقرير ۾ مذهب کي هميشه سائنس مطابق ڄاڻائيندو هو. -Theory of evol ution ۾ هو يقين رکندو هو. هو ڪڏهن بہ ڪٽر پٽي يا -Fun damentssm جي پاسي نہ هو. جيئن ۲۰ صدي جي شروع ۽ ۱۹ صدي جي آخر ۾ " Renaissance " هڪ تحريڪ شروع ٿي، جنهن ۾ اهو بہ ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي وئي تہ مذهب، سائنس جي خلاف نہ آهي. مذهب سائنس کان الڳ نہ آهي بلڪ

مذهب ۽ سائنس ٻئي هڪ شيءِ آهن انهن کي جيڪڏهن ان نموني پرکيو وڃي ته اها سائنسي سوچ جيڪا آهي ته انجو بنياد علامہ آءِ . آءِ. قاضي وڌو.

علامہ صاحب جو جيڪو آخري وقت هو. علامہ صاحب مدرايلسا سان گڏ اسان ڏٺو. انهن جي گهر ۾ ڪيئي دفعا حاضري ڏيڻ وياسون، هنن جي پاڻ ۾ جيڪا پريت هئي ۽ اسان جي حداد صاحب ٻڌايو ته ٢٣ - ١٩٢٢ع ڌاري ٻئي بگيءَ ۾ چڙهي گهمندا هئا. انهي زماني ۾ ڪا عورت بنا پردي جي بگيءَ ۾ گهمي ته ڪيڏي نہ وڏي Progressive هوندي. پر تنهن دور ۾ تہ بغاوت جي ڳالهہ هئي. مدرايلسا ۽ علامہ جو ساٿ ائين هو جيئن سائمن دي بوير، جنهن جي هاڻي تازو وفات ٿي آهي، انهيءَ جو سارتري سان هو، يا جيئن ڊورا بليڪ جو برٽينڊرسل سان. ۽ پوءِ علامہ پاڻ کي تنها محسوس ڪيو، ۽ انڪانپوءِ مون اهو ٻڌو تہ اسانجي اسڪالرس کي انهيءَ تي ريسرچ ڪرڻ گهرجي تہ علامہ صاحب جي تقرير تي پابندي هئي. انهن ڏينهن ۾ علامہ صاحب کي دعوتون بہ ملنديون هيون عرض بہ ڪيو ويندو هو تہ فلاڻي جلسي ۾ اچو، پر علامہ صاحب نہ ايندو هو. انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو تہ تنهن دور جي حڪومت علامہ صاحب جي زبان بندي ڪري ڇڏي هئي، انڪانپوءِ علامہ صاحب اڪيلائي محسوس ڪئي، ۽ جن حالتن ۾ فوت ٿيو پاڻي ۾ پير ڏريائين ۽ آخري وقت ۾ هو سهڻي جهونگاريندو رهندو هو ۽ چوندو هو تہ سهڻي جيڪا آهي سا شاهہ عبداللطيف رحہ جي سوچ جي انتها آهي، ان جي تخيل جي بلندي آهي ۽ سهڻي جي جيڪا شاهہ جي رسالي ۾ ترتيب ڏني اٿئين ۽ چوندو هو تہ شاهہ جو سڄو فلسفو انهيءَ ۾ آهي.

"ڪهڙي منجهہ حساب، هئڻ منهنجو هوت ريءَ."

انهيءَ ۾ آهي تہ ڪهڙي منجهہ حساب هئڻ، جيئن نہ، بلڪ

لفظ آهي- هئڻ Existance, Before this life, during this life and after this life _ The very existance.

ڪهڙي منجهه حساب، هئڻ منهنجو هوت ريءَ. ائين چوندي علامه صاحب پاڻيءَ ۾ پير ڏريو ۽ هڪڙي سهڻي هٽي، جنهن پاڻ کي اڳ ئي پاڻي جي نذر ڪيو هيو ۽ پيو علامه قاضي هو، جنهن لاءِ شايد شاه عبداللطيف رحه هي بيت انهي Situation لاءِ چيو آهي ته:

"سهسين سائر پوڙيون، منڌپوڙيو مهراڻ"

منهنجي هڪڙي دوست ڳالهه پئي ڪئي ته ڄامشوري جو نالو متائي علامه آءِ. آءِ. قاضي رکيو وڃي. مان سمجهانٿو ته مونکي ياد آهي ته جڏهن گيان باغ جو نالو متايو پي ويو ته علامه صاحب ان جي سخت مخالفت ڪئي ۽ چيائين ته هي تاريخي نالا آهن، هي تاريخي شيون آهن، انهن کي ائين رهڻ ڏيو، پنهنجي تاريخ کي مروڙيو نه پنهن جي تاريخ کي غلط نه ڪيو. تاريخ کي تاريخ رهڻ ڏيو. اوهان کي جيڪڏهن جناح صاحب جو نالو رکڻو آهي ته ڪو بيو باغ ٺهرايو، جنهن تي جناح صاحب جو نالو رکو. منهن جي خيال ۾ علامه صاحب خود انهيءَ ڳالهه جو مخالف هو. ڄام شورو ڪو ڄام هوندو ۽ شورو ذات جو جنهن جي نالي آهي. نيڪ آهي پلي انهيءَ جي نالي هجي پر اسان چاهيون ٿا ته ڪو ادارو هجي ڪو وڏو شهر ٺهي جنهن تي اسان علامه صاحب جو نالو رکون. اهو اسين پاڻ ٺاهيون پنهنجي همت سان نه ڪي اڳي ٺهيل ڪنهن شهر تي رکون. اسان کي نئين تعمير ڪرڻ گهرجي. علامه صاحب جي نالي ۾ علامه صاحب جو نالو انجي شايان شان شيءِ تي رکڻ گهرجي.

مان سچ پچ ڏاڍو خوش ٿيو آهيان ته اسان جو نوجوان پرو وائيس چانسلر ڊاڪٽر رشيد احمد شاهه صاحب اهڙا ميڙا

مچائيندو اچي. هن ڪان اڳ بہ مان هتي آيو هوس. منهنجي دل ڏاڍي خوش ٿي هئي، ۽ مون شاهہ صاحب کي چيو هو تہ:

You have after all broken the ice.

۽ سچ پچ تہ علامہ صاحب کي ياد ڪري شاهہ صاحب وڏي خدمت ڪئي آهي.

آخر ۾ مان اوهان سڀني جو خاص طرح ڊاڪٽر رشيد احمد شاه ۽ ڊاڪٽر ملڪ جو ٿورائتو آهيان، جن مونکي موقعو ڏنائون جو اوهان سڀني سان ملاقات ٿي ۽ پنهنجيون ڳالهيون اوهان تائين پهچايون.

(شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ۾ علامہ آء. آء. قاضيءَ جي ورسي تي ڪيل تقرير، ١٩٨٧ع)

# شيخ عبدالمجيد سنڌي

رڱو هڏ ۽ چم - ماس نالي ماتر به نه - پر رنگ ڪليل، منهن تي سدائين سرخي، چپن تي هميشه هڪ لازوال مرڪ، وار ۽ سونهاري اڇا، ائين لڳي جڻ ڪو تمام وڏي عمر وارو بزرگ آهي، پر اکين ۾ نهاريو ته جوان- جهڙيون اماڙيون - پر اونهيون -شفاف - موتين جي جرڪي واريون - تارا پورا - مونکي ڪڏهن به ڪراڙو نه لڳو - نه هلڻ چلڻ مان، نه ڳالهائڻ ٻولهائڻ مان - سدا جوان، سدابهار شخص مون حياتيءَ ۾ گهٽ ڏٺا، ۽ انهن مان هڪ هئو شيخ عبدالمجيد سنڌي.

ڪراچي هوٽل جي ڏاکٽي وراندي جي ڪچهري تاريخي ڪچهري هوندي هئي. ان ۾ سرائي اميد علي (سنڌيءَ جو اوائلي افسانه نگار)، شيخ علي محمد (صحافي - هاڻي سينيٽر)، عبدالرحيم عباسي (ڪراچي هوٽل جو مالڪ) مولانا غلام محمد گرامي، مولانا محمد يوسف (مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو ساٿاري) سيد سردار علي شاهه (روزانه ڪاروان جو ايڊيٽر) مصطفيٰ قريشي (هاڻي ايڪٽر) ۽ ٻيا ڪيترائي اهم شخص اچي گڏ ٿيندا هئا. مان ۽ رباني ان ڪچهريءَ ۾ نوجوان شاگردن جي حيثيت ۾ علم جي اساٽ ڪٽي اچي ويهندا هئاسين. ان ڪچهريءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن شيخ صاحب لکڻ جو نڪاءُ ڪري، "السلام عليڪم" چئي اچي شامل ٿيندو هئو.

مان ۽ رباني اڃان ٻار هئاسين. ذهنن تي شيخ صاحب جي

شخصيت جو رعب ڇانيل هئو. ادب سان ڪچهريءَ ۾ ويٺا هوندا هئاسين. شيخ صاحب جي باري ۾ سڀ معلومات هئي. پاڻ آل انڊيا شهرت جو ليڊر هئو. ڪنهن زماني ۾ سنڌ مسلم ليگ جي واڳ سندس هٿ ۾ هئي، ۽ هو سنڌ جو بادشاهه گرKing Maker هيو. سنڌ جو تعليمي وزير به رهيو هو. پر تڏهن به وزارت جي زماني ۾ سندس پٽ، خالد ۽ طارق ٽانگي تي اسڪول ويندا هئا. سرڪاري موٽر ڪار خانگي استعمال ۾ نه آڻيندو هئو. ڪن اصولن جي ڪري جناح صاحب سان اختلاف ڪري مسلم ليگ ڇڏي هيائين. ڪنهن زماني ۾، هتين خالي، سرشاهنواز ڀٽي کي اليڪشن ۾ شڪست ڏني هيائين. شروع ۾ به مرد قلندر هتين خالي هو ۽ هاڻ به ائين آهي. سندس گهر ويندا هئاسين ته به پڳل ڪرسيون سڄو فرنيچر، کاڌيءَ جا ڪپڙا، ناس جي دٻلي هٿ ۾. اها هئي ڪل ملڪيت شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي، جنهن جي دانائيءَ، ايمانداريءَ ۽ سياسي شعور جو ڌاڪو سڄي هند پاڪ تي ڇانئيل هئو.

شروع ۾ ته سندس شخصيت جو رعب هئو، پر پوءِ آهستي آهستي سندس شخصيت جو قربائتو پاسو آڏو ايندو ويو. پنهنجائپ وارو پيار ۽ شفقت - "تنوير - ڇا ٿا ڪن نوجوان - " مرڪي چوندو هئو.

نه رڳو سياست ۾ پڙ پر ادب، تاريخ، تصوف، فلسفو ۽ ٻولي به سندس قبضي ۾ - الوحيد ۾ ايڊيٽوريل ۽ ڪالم لکيائين جيڪي سنڌي ادب جو فخر لائق ورثو آهن. خاص ڪري نعرءِ مستانه - سنڌي ٻوليءَ جو محاورو، ۽ اصطلاح جيترو شيخ صاحب ان دور ۾ استعمال ڪيو، اهو ڪاڪي ڀيرومل، ڄيٺمل، ۽ لعل چند کان سواءِ ٿورن جي ئي وس ۾ آيو هوندو.

ڪراچي هوٽل جي ڪچهري هجي، ڪا ادبي يا سياسي

ميٽنگ هجي، يا ڪو عام جلسو - شيخ صاحب هڪ هڪ لفظ چٻي چٿي ڳالهائيندو. سندس هڪ هڪ جملو ائين لڳندو هئو ڄڻ اهو ڪلاڪن جي سوچ کان پوءِ وجود ۾ آيو آهي. ميٽنگ يا جلسي جي صدارت ڪندڙ هوندو ۽ ڪو ٺهراءُ پيش ٿيندو، تہ ان جي هڪ هڪ لفظ تي سوچي، ان کي اهڙيءَ ريت لکندو ڄڻ ڪو ماهر قانون دان ڪنهن آئين جي مسودي جي ڊرافٽنگ ڪري رهيو آهي. قانوني ٽوڙڦ آئيني طور ان ٺهراءَ ۾ ڪوبہ اهڙو خال نہ ڇڏيندو جو ان جي ڪنهن ٻيءَ طرح تشريح ٿي سگهي. جي ڪنهن ميٽنگ يا عام جلسي جي صدارت ڪندو، تہ ان جي ڪاروائي باقاعدي، دستور مطابق هلندي. ٺهراءُ پيش ٿيندو. ان جي تائيد ۾ ڳالهائيندڙ ٽالا ڏيندا، ۽ سڌ ٿيڻ تي ڳالهائيندا. مخالفن کي بہ ڳالهائڻ لاءِ وقت ملندو، ان جي ٻوليءَ وغيره ۾ ترميمون باقاعدي پيش ٿينديون. هر مرحلي تي ووٽ ورتا ويندا، ۽ آخر ۾ مسودو سمورين ترميمن ۽ تبديلين کان پوءِ منظور ٿيندو.

ان زماني ۾ ئي اليڪشن جو اعلان ٿيو. (٥٣ يا ٥٢) شيخ صاحب سنڌ اسيمبليءَ لاءِ سائين جي ايم سيد جي سنڌ عوامي محاذ جي طرفان، حيدرآباد مان بيٺو. سائين جي ايم سيد اهو محاذ مسلم ليگ جي خلاف ٺاهيو هيو، جنهن ۾ ڪامريڊ حيدربخش جتوئي، شيخ صاحب، قاضي فيض محمد ۽ ٻيا قوم پرست ۽سوشلسٽ شامل ٿيا. ڪراچي هوٽل وارن يارن مونکي چيو تہ مان شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جو پولنگ ايجنٽ ٿيان.

پلا ان کان وڏيڪ فخر جي ڳالهہ مون لاءِ ڪهڙي هئي. (اڄ تائين ان ڳالهہ تي مان فخر ڪندو آهيان) اليڪشن ورڪ شروع ڪيوسين. شيخ صاحب جا مخالف بہ هئا. هڪ عبدالهادي شاهہ (ميران محمد شاهہ جو پائيٽيو) ۽ ٻيو نواب زاهد علي خان (مهاجر ليڊر). ميران محمد شاهہ شيخ صاحب جو مداح بہ هئو تہ عقيدت

مند بہ، پر مسلم ليگ ۾ هئو، ان ڪري مقابلو ڪرڻ سندس فرض هئو. ميران محمد شاهہ سابق اسپيڪر سنڌ اسيمبلي، سابق وزير، سابق سفير بہ هئو، تہ سنڌي ٻوليءَ جو هڪ انوکو ليکڪ بہ هئو. پر تڏهن بہ شيخ صاحب جي آڏو آيو.

ان اليڪشن ۾ اسان شيخ صاحب جون تقريرون ٻڌيون. هونءَ تہ شيخ صاحب  کي يا ڪراچي هوٽل جي ڪچهرين ۾ ٻڌو هئوسين يا سندس گهر ۾ - هن اليڪشن مهم ۾ شيخ صاحب جي تقريرن کي ٻڌڻ جو موقعو مليو. شيخ صاحب سڌو سنئون ٿي بيهندو هئو. تقرير ڇا هوندي هئي. ڄڻ ڪو دستاويز. منڊي ۾ ڌيمي لهجي ۾ مسئلن جو تعارف ڪرائيندو، پوءِ هڪ هڪ مسئلي کي کڻي، تفصيل سان، سلجهائيندو ويندو، دليل ڏيندو ويندو، اهڙيءَ ترتيب سان، اهڙي تسلسل سان، جيئين ڪو ماهر مقالہ نگار مقالو لکندو آهي. ڪو بہ خال نہ ڇڏيندو، ڪو بہ جهول نہ وجهندو. ڪابہ ڳالهہ اڳتي پوئتي نہ ٿيندي. جيڪا ڳالهہ اڳ اچڻي هوندي، اها اڳ ايندي، ۽ جيڪا ڳالهہ پوءِ چوڻي هوندي، اها پوءِ چوندو- ۽ سڀ في البديهہ - نہ نوٽ هٿ ۾ نہ ڪاغذ - هونءَ بہ ڪنهن بہ مسئلي تي شيخ صاحب سان ڳالهايو. سندس ڳالهائڻ جو انداز اهو ئي هوندو هئو. جيئن جيئن ڳالهائيندو ويندو، تيئن تيئن ڌيمو لهجو ۽ آواز بلند ٿيندو ويندو. ڄڻ ڪا سامونڊي وير آهستي آهستي چڙهي گجگوڙ ڪري.

سندس تقرير جي وڏي خوبي هئي ٻوليءَ جي رواني. روان، عام فهم ۽ شائستہ ٻولي ڳالهائيندو هئو. جوش جي چوٽ تي پهتل هوندو هئو تڏهن بہ ڪو گٿو لفظ زبان مان نہ ڪڍندو هئو. شيخ صاحب انهن ٿورن ماڻهن مان آهي، جن جي واتان مون خانگي ڪچهرين، ميٽنگن توڙي عام جلسن ۾، ڪو گٿو يا ناشائستو لفظ ڪڏهن بہ نہ ٻڌو. هو صحيح معنيٰ ۾ پارليامينٽرين هئو.

سدائين پارليمانيءَ ٻوليءَ ڳالهائيدو هئو.

انهيءَ اليڪشن مهم ۾ شيخ صاحب تي الزام لڳا- هڪ تہ هو ڪاڏي ٿو پائي انگريزي ڪانگريسي آهي. شيخ صاحب چيو "ڪاڏي پائڻ جو سبق تہ اسان کي رسول پاڪ ڏنو آهي. سادگي رسول جي سنت آهي - "ٻيو الزام اهو لڳو تہ هو پاڪستان جو مخالف آهي- ان جو جواب شيخ صاحب اهو ڏنو تہ "پاڪستان محمد علي جناح نہ ٺاهيو - پاڪستان واٽئي جي پٽ شيخ عبدالمجيد ٺاهيو."

بهرحال، ان اليڪشن ۾، شيخ صاحب کي ايترا بہ ايجنٽ نہ مليا جو سيني پولنگ اسٽيشن تي پهچائي سگهي - ڪاليءَ جي پولنگ تي ڪوڙا ووٽ هليا، جو اتي اسان جو ڪوبہ ايجنٽ نہ هئو. نتيجو ظاهر هئو. شيخ صاحب هارايو.

هار جو اثر شيخ صاحب تي ڪوبہ نہ ٿيو. اهي ئي ڪراچيءَ هوٽل جون ڪچهريون - اهي ئي شيخ صاحب جا ٽهڪ، اهي ئي اسان نوجوانن کي چونگون تہ گراميءَ سان چرچا ڪريو. شيخ صاحب ان عمر ۾ بہ زندهہ دل هئو. جڏهن محفل سنجيدهہ ٿي ويندي هئي، تہ مونکي يا رٻانيءَ کي اشارو ڏيندو هئو تہ ڪو نہ ڪو چرچو ڪريو. ۽ نشانو گرامي صاحب هوندو هئو. ۽ ان سان چرچا ٿيندا هئا تہ شيخ صاحب جا ٽهڪڙا هوندا هئا. ان وقت پيرڻي وچوني ختم ٿيندي هئي، ۽ اسان شيخ صاحب کي پنهنجي ويجهو سمجهندا هئاسين.

ون يونٽ جي خلاف تحريڪ ۾ سنڌ عوامي محاذ ڀرپور حصو ورتو. نوجوان، ذوالفقار علي ڀٽي جي اڳواڻيءَ ۾ سنڌ يوٿ فرنٽ ذريعي ون يونٽ خلاف جدوجهد ۾ شامل ٿي ويا. کهڙي ڊيڙ ڏونسن سان سنڌ اسيمبليءَ مان ون يونٽ جي فائدي ۾ ٺهراءُ پاس ڪرايو. ون يونٽ خلاف مهم ۾ اسان شيخ صاحب جي سنڌ

دوستي نہ پر سنڌ سان عشق ڏٺو. عشق بہ رواجي نہ، پر والهاڻو عشق.

ون يونٽ ٿي ويو. اسان نوجوان مايوس. هاڻي ڇا ٿيندو؟- سنڌ جي صدين جي تهذيب، تمدن، ٻولي ختم ٿي ويندي- پر جڏهن شيخ صاحب سان ملياسين، ۽ انهن جذبن جو اظهار ڪيوسين تہ روايتي ٺهڪ ڏيئي چيائين "هيءُ بہ هڪ دور آهي. تاريخ ۾ سنڌ تي ڪي ئي اهڙا دور آيا ۽ گذري ويا - هيءُ بہ گذري ويندو."

شيخ صاحب جي انهن لفظن اسان جي مايوسيءَ ڪي تہ گهٽايو، پر شيخ صاحب جي انهن لفظن جي سچائيءَ جي ثابتي پوءِ ملي، جڏهن سنڌ جي تاريخ پڙهي سين. ارغون، ترخان، مغل، سيني سنڌ کي تحس نحس ڪرڻ چاهيو، پر سنڌ اڃا تائين موجود آهي.

شيخ عبدالمجيد سنڌي پڪو مسلمان هئو. هڪ بہ نماز نہ گسايائين، هڪ روزو نہ ڇڏيائين، پر مذهب هن لاءِ ڏيکاءُ نہ هئو، پر هڪ مسلڪ، هڪ نظريو، هڪ عقيدو هئو، جنهن تي هو خلوص دل سان عمل ڪندو هئو. مون پنهنجي حياتيءَ ۾ جيڪي بہ پڪا ۽ سچا مذهبي ڏٺا آهن، شيخ صاحب انهن ۾ سيني کان مٿانهون هئو، پر منهنجو اهو مشاهدو آهي، تہ هر سچو مذهبي، مذهبي تعصب کان پري هوندو آهي، ۽ هو بي تعصب Sec-ular ۽ انسان دوست Humanist هوندو آهي.هن لاءِ مذهب انسانيت جي ڀلائيءَ جي مقصد تي پهچڻ جو هڪ ذريعو هوندو آهي. اهڙن مذهبي ماڻهن ۾ مون علامہ آءِ. آءِ. قاضي، شيخ صاحب، مولا ناگرامي، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ ٻيا ڪيترائي مٿيادار ماڻهو ڏٺا. پر عجب جو حيدر بخش جتوئي، ابراهيم جويو ۽ سوڀي گيانچنداڻيءَ جهڙن لامذهبن جو جي مسلڪ الڳ هئو، تہ

مقصد ساڳيو ئي انسان ذات جي ڀلائي آهي.

مذهبي تعصب، ڪٽرپڻو فقط انهن ماڻهن ۾ ڏٺم، جيڪي منافق هئا، ۽ جن وٽ مذهب مقدس عقيدي بدران نفعي ڪمائڻ واري بازاري وٿ هئو.

انهي نحيف ۽ نبل جسم، ۽ وڏيءَ عمر هوندي به هن ڪڏهن به سچ جو دامن نه ڇڏيو ۽ ستر سالن کان به مٿي عمر ۾ جيل ڪاٽيائين. اِهو به ايوب خان جي زماني ۾.

ايوب خان، "بنيادي جمهوريت" ذريعي صدارتي چونڊ جو اعلان ڪيو. ملڪ جا سڀ جمهوريت پسند سندس خلاف متحد ٿيا ۽ محترمه فاطمه جناح کي سندس خلاف اليڪشن ۾ بيهاريائون. اليڪشن سڌي ووٽ ذريعي نه هئي، پر ايوب خان جي ايجاد ڪيل "بنيادي جمهوريت" جي ميمبرن جي ووٽ ذريعي هئي. ان اليڪشن جي سلسلي ۾ هڪ جلسو سکر اسٽيڊيم ۾ رکيو ويو، جنهن ۾ فاطمه جناح کي تقرير ڪرڻي هئي. انهن ۾ گڏيل متحده محاذ جي ٻين اڳواڻن سان گڏ شيخ صاحب پڻ آيو. سکر ۽ خيرپور مان رشيد ڀٽي، مان، باقر شاهه، ڊاڪٽر اعزاز نظير، فتح الله عثماني، شمس الدين شاهه ۽ ٻيا دوست هئاسين. جلسو شروع ٿيو. ٻين اڳواڻن سان گڏ شيخ صاحب به تقرير ڪئي. مختصر پر جامع. اهڙي يقين سان ڳالهايائين جو سڀني اڳواڻن تي سندس تقرير ڇانئجي ويئي. جلسو پورو ٿيو ته مون سان مليو. ۽ مونکي بي تڪلفيءَ مان چيائين "اڄ رات مان ۽ پرڳڙي (غلام مصطفيٰ پرڳڙي) تو وٽ خيرپور رهنداسين." پر پهرين هنن همراهن کي سرڪٽ هائوس لاهيندا هلون."

ڪجهه اڳواڻ منهنجي ڪار ۾ پنيان غلام مصطفيٰ پرڳڙيءَ سان وينا، شيخ صاحب اڳيان وينو. سکر جي سرڪٽ هائوس تي مون گاڏي بيهاري. ٻيا همراهه لهي ويا. پرڳڙي صاحب ٿيلهو

ڪٽي آيو. شيخ صاحب چيو ”هلو.“ مون چيو ”شيخ صاحب اوهان سامان تہ ڪٽي اچو.“ ”سامان؟“ شيخ صاحب ٽهڪ ڏيئي چيو ”هيءُ جو آهي سامان!“ هڪ ڳوڻ جي ڳوٿريءَ ڏي اشارو ڪندي چيائين، جيڪ جلسي ڪان وٺي سندس هٿ ۾ هئي.

پرڳڙي صاحب کلي چيو ”اها ئي آهي شيخ صاحب جي ملڪيت. هڪ وڳو ڪاڏيءَ جو، ڏندڻ، مصلو ۽ ٽوپي.“

ميان جي مڏي، هڪ ڏندڻ ٻي تڏي. اهو ڀاڪو مون ڀڏو هئو پر اڄ ساڀيا ڏٺم.

سڏو خيرپور آياسين. ان وقت مان اجان مسواڙي جاء ۾ رهندو هيس. قمر ۽ مون وٽ آهر شيخ صاحب ۽ پرڳڙي صاحب جي خدمت ڪئي. رات جو دير تائين پرڳڙي صاحب پنهنجي روايتي خوش طبعيءَ سان شيخ صاحب ۽ اسان کي کلائيندو رهيو.

نيرن تي قمر، شيخ صاحب لاء حلوو ناهيو. اهو حلوو شيخ صاحب کي ايترو تہ وڻيو جو پوء جڏهن بہ مونکي مليو تہ ان حلوي جي تعريف ضرور ڪندو هئو.

شيخ عبدالمجيد سنڌي، مسلم ليگ، عوامي ليگ، نئشنل عوامي پارٽي، سنڌ عوامي محاذ، ڊيموڪريٽڪ ائڪشن ڪميٽي، مطلب تہ هر ان جماعت ۾ رهيو، جيڪا جمهوريت جي لاء جدوجهد ڪندي هئي، ۽ عوام دوست ۽ انسان دوست نظرين جي حامل هئي. مارشل لا جي اونداهي دور ۾ بہ، باوجود ڪمزور جسم ۽ وڏيءَ عمر جي هر ويڙهاند ۾ سيني ڪان اڳيرو هئو. هو نہ فقط سنڌ جو فخر لائق سياستدان هئو، پر سنڌي زبان جو بي مثال صحافي ۽ اديب پڻ. مونکي ياد نہ آهي تہ سنڌ جي ٻئي ڪنهن سياست دان جي مولانا محمد علي جوهر ۽ مولانا ابوڪلام آزاد جهڙن اڳواڻن تعريف ڪئي هجي، تنهن هوندي بہ اهڙو نهنو، اهڙو نماڻو، اهڙو سادو، جو اعتبار ئي نہ اچي، تہ شيخ عبدالمجيد

سنڌي هيءُ ٿي آهي.

اهو منهنجو سياڳ آهي، جو اهڙي پارس سبان حياتيءَ جا ڪي موقعا قريب رهڻ جو موقعو مليو. پر ان سان لڳي سون ٿي ته نہ سگهيس، پر سون ٿيڻ جي آس دل ۾ اڃا آهي.

# حيدر بخش جتوئي

پنجين درجي، (هاٺوڪي اٺين ڪلاس) ۾ هيس، تہ حيدر بخش جتوئيءَ جا شعر پڙهيم. ڪورس جو ڪتاب هئو "چونڊ سنڌي نثر ۽ نظم". ڊاڪٽر دائود پوٽي جو ترتيب ڏنل هئو. ان ۾ هڪ نظم هئو:

تو فلڪ ٺاهيو ۽ دنيا جو نگهبان ڪيو،
بي عدد رنگن ۾ روپن سان پريشان ڪيو،
حسن خوبيءَ سان هزارن کي تو مستان ڪيو،
حيرت انگيز جهان ٺاهي تو حيران ڪيو.

ان نظم جي هيٺان لکيل هئو "شڪويٰ تان ورتل" ان نظم جا ڪتاب ۾ ڏنل سڀيئي بند مونکي ياد ٿي ويا، اهڙا ياد ٿي ويا جو اڄ تائين ياد اٿم. خاص ڪري هيءُ بند:

تو ڪيو حضرت انسان جي دل گهر پنهنجو،
ساري قدرت ۾ تو کي چڏيو دفتر پنهنجو،
تنهنجي دفتر جا سيئي ورق ڪنهين ڪين پڙهيا،
ڪنهين ڪارا ڪنهين اڇا ڪنهين رنگين پڙهيا،
ڪي سڪيا ڪفر هتان ۽ ڪي هتان دين پڙهيا،
ڪن فقط تن مان محبت جا مضامين پڙهيا،
جيڪو جنهن ورق ۾ هو تنهن ۾ اهو غرق ٿيو،
عمر پوري ٿي وئي پورو نہ هڪ ورق ٿيو.

ٿورن ڏينهن کان پوءِ سندس بيو نظم پڙهيم،
پلي آئين جيءُ آئين درياهہ شاهہ.

پنهي نظمن ۾ بي پناهہ رواني، ۽ مضمونن جي نواڻ هئي. ان وقت اديب سنڌ رسالو پڙهندو هيس، (۱۹۴۹ع جو زمانو هيو) ۽ شعر بہ اهڙائي فاعلاتن فاعلات وار لکندو هيس. پر حيدربخش جتوئيءَ جي شاعريءَ جيءَ جنجهوڙي ڇڏيو.

انهن ڏينهن ۾، اسانجي اين- جي- وي هاءِ اسڪول ۾ هڪ استاد هئو، مسٽر محبوب علي منگسي. ڏاڍو باذوق هئو، ۽ ادب سان چاهہ هيس. هو ڪلاس هلندي اڪثر حيدربخش جتوئيءَ جا شعر پڙهائيندو هئو.

ان کان جتوئيءَ جون ڪجهہ رباعيون پڙهو:

الله جو رستو وَڏي مشڪل ۾ ڏٺم،
مسجد ۾ ٽڪاڻي ۾ نہ ديول ۾ ڏٺم،
هت بحث ۽ منطق جو نہ ڪجهہ آهي ضرور،
مولا کي ڏٺم جي تہ سچيءَ دل ۾ ڏٺم.

هن اهو بہ پڙهايو تہ مولوين وڏي تحريڪ هلائي جتوئيءَ جي ڪتاب "تحفئہ سنڌ" کي ضبط ڪرايو آهي. ڇو جو ان ۾ شڪوي جهڙا نظم آهن. هن شڪوي جا اهي بند بہ پڙهايا جيڪي اسانجي ڪورس واري ڪتاب ۾ نہ هئا:

يا خداوند ڪرج عقده ڪشائي پنهنجي،
ڇو آهي رعب ۽ عزت توگهٽائي پنهنجي،
تون ڇڏي نندُ کي ڏيکار وڏائي پنهنجي،
مون کي آخوف وڃائين نہ خدائي پنهنجي.

استاد منگسي اسان کي رڳو جتوئيءَ جا شعر نہ پڙهائيندو هيو، پر هن جي جدوجهد جي باري ۾ بہ ڳالهيون ڪندو هئو. هن پڙهايو تہ جتوئي وڏي سرڪاري نوڪري ڇڏي، مظلوم هارين لاءِ تحريڪ هلائي رهيو آهي، ۽ انهن کي حقن ڏيارڻ لاءِ "هاري پارٽي" ناهي اٿس، ۽ اخبار "هاري حقدار" ڪڍندو آهي.

ان زماني تائين ڪراچيءَ جي سنڌ اسيمبلي بلڊنگ تي پاڪستان جي دستور ساز اسيمبليءَ قبضو ڪري ان ۾ پنهنجا اجلاس شروع ڪيا، ۽ سنڌ اسيمبليءَ جا اجلاس اين- جي- وي هاءِ اسڪول جي مٿينءَ ماڙيءَ تي ٿيندا هئا. اسان ڇوڪرا روز وزيرن، ۽ اسيمبلي ميمبران کي موٽرن مان لهندي ۽ لفٽ (جيڪا خاص انهن لاءِ لڳائي وئي هئي) ذريعي مٿي اجلاس ۾ ويندي ڏسندا هئاسين. هيءُ يوسف هارون- هيءُ کهڙو - هيءُ پيرزادو عبدالستار - هيءُ گبول - هيءُ گذدر - هيءُ پيرالاهي بخش هڪ ٻه دفعا پاس هٽ ڪري اسيمبليءَ جو اجلاس پڻ ڏسي آياسين، اها اسيمبلي واقعي اسيمبلي هئي. گهڻا ميمبر اڻ پڙهيل. پر بردبار. تقريرون معياري، فقري بازي ۽ نوڪ جهونڪ اعليٰ درجي جي. (اهو احوال ٻئي ڪنهن مضمون ۾ ڏبو)

ته ان اسيمبليءَ ۾ "سنڌ ٽيننسي ائڪٽ" پئي پاس ٿيو. ٻڌو سين ته ان ڏينهن "سنڌ هاري پارٽي" ان بل خلاف مظاهرو ڪيندي ۽ "اڌو اڌ ٻٽئي" جو مطالبو ڪندي.

مان ۽ منهنجا ڪجهه دوست ڪلاس ڇڏي، فقط حيدر بخش جتوئيءَ کي ڏسڻ لاءِ ٻاهر آياسين. ٻاهر وڏو ميڙ هئو. ٻنيءَ اگهاڙا، اس جا لهساٿيل، ليڙون ٿيل لٽن سان هاري، ۽ انهن ۾ حيدر بخش جتوئي، زبرو جوان، سهڻو، سنهين ڪتريل مُڇن سان (شهپر آخري عمر ۾ رکيائين.) وڏي وڇي ويجهو کان ڏٺوسين. هارين کي پري ڪان پنڌ ڪري اسيمبلي تائين اچڻو پيو هئو. سڀ اجايل هئا. "ٻاٽي" پئي ڇيائون. اسان وڇي، اسڪول جا مٿ ڪٽي آياسين اُهي پورا ٿي ويا ته اسڪول هڪ ٻانهيٺ (Wing) مان گهگهيون ڪٽي آياسين، جتي تعليم کاتي جون آفيسون هيون، ۽ آفيسرن جون گهگهيون ورانڊي ۾ ٻاٽيءَ ٺوڙڻ لاءِ رکندا هئا. انهن آفيسرن ۾ آغا تاج محمد (رجسٽرار سنڌ يونيورسٽي) ٻه هئو ته

ڊاڪٽر دائود پوٽو (ڊئريڪٽر ايڊيوڪيشن) ب. (اين - جي - وي هاءِ اسڪول جي هڪ پانهينئن ۾ اهي آفيسون هيون. سنڌي ادبي بورڊ جي آفيس پڻ شروعات ۾ اتي هئي ۽ جويو صاحب اتي وهندو هيو.)

حيدر بخش جتوئي جي زماني جو هاري اڄڪلهه جو هاري نه هئو. صحيح معنيٰ ۾ پورهيت هئو. هر ڪاهيندو هئو، ڪيڻ ڏيندو هئو، ڳاهه ڳاهيندو هئو، واٽُر ڪندو هئو، پاڻي ورائيندو هئو، لابارو ڪندو هئو، پر تنهن هوندي به ان داڻا ايترا نه ملندا هيس جو پنهنجو ۽ پنهنجي ڪٽنب جو پيٽ پري سگهي. دوا درمل، لٽو ڪپڙو ۽ تعليم ته پري رهي.

اڄوڪو هاري ٽرئڪٽر سان هر ٿو ڏياري، ڪيڻ به ٽرئڪٽر ڏئي، ٻج به مشين ذريعي ڇٽجي رڳو پاڻي ورائي. پوءِ ڳاهه وائر ڪري ٿريشر. اڄوڪي هاريءَ کي واچ به آهي، ڪينٽيءَ جا وڳا به آهن، ٽرانزسٽر به آهي. جيڪو حيدر بخش جتوئيءَ جي جدوجهد جو نتيجو آهي.

وقت گذرندو ويو. بابا سائينءَ جي بدلي حيدرآباد ٿي. ان زماني ۾ مان مئٽرڪ ۾ هيس. بابا سائينءَ وٽ ”هاري حقدار“ اخبار هر هفتي ايندي هئي، ۽ مان ڏيان سان پڙهندو هيس. اوچتو هڪ ڏينهن ڪتاب ”آزادي قوم“ آيو. ڪجهه لفظ ڏکيا هئا. پر معنيٰ لکيل هئي. تڏهن به دير هضم لڳا. وري ڪتاب آيو ”هاري گيت“ ”هاري ڪهاڻيون.“

اهو زمانو ۵۱-۱۹۵۰ع جو هئو. تڏهن حيدرآباد مان اخبار نڪرندي هئي ”هلال پاڪستان.“ اها اسانجي اسڪول (گورنمنٽ هاءِ اسڪول) جي سامهون هئي، ته گهر (جنرل پوسٽ آفيس جي پنيان) کان سڌ پنڌ تي. شيخ علي محمد (هاٿي سنيٽر) ان اخبار ۾ اسسٽنٽ ايڊيٽر هئو. ڪڏهن ڪڏهن مان پنهنجا شعر ڪٽي،

هلال پاڪستان ۾ ڇپجڻ لاءِ ونس ويندو هيس. هو ڏاڍي همت افزائي ڪندو هيو. هڪ ڏينهن ان وٽ مليو "مصطفيٰ آتش". هن ٻڌايو تہ هو حيدر بخش جتوئيءَ جو پٽ آهي. هو بہ پنهنجا شعر "هلال پاڪستان" ۾ ڇپڻ لاءِ ڏيڻ آيو هيو.

ان ڏينهن کان مصطفيٰ سان دوستي ٿي وئي. هو مونکي پنهنجي گهر وٺي آيو. (حيدر چونڪ تي، هاري آفيس مٿان). هن مونکي حيدربخش جتوئيءَ جي هٿ اکرين لکيل سندس شعر ڏيکاريا. جيڪي مولوين جي اعتراض ڪري ضبط ڪيا ويا هئا. جتوئيءَ جو شڪوو، جنهن جا ڪجهہ بند مون استاد ابو بڪر منگسيءَ کان ٻڌا هئا سو سڄو مون هتي پڙهيو. اچڻ وڃڻ وڌيو تہ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ سان بہ دعا سلام ٿي، تہ ٻين هاري رهنمائن ۽ ورڪرن سان بہ. انهن ۾ ڪامريڊ غلام محمد لغاري، ڪامريڊ غلام حسين سومرو، ڪامريڊ عبدالخالق آزاد ۽ ٻين سان واقفيت ٿي ۽ ڪچهريون ٿيون.

حيدربخش جتوئيءَ جي گهر ۾ ادبي ڪتابن سان گڏ قانون جي ڪتابن جو وڏو ذخيرو هئو. هو ماجسٽريٽ ٿي رهيو هيو، قانون تي هن جو پورو عبور هئو. هن هاءِ ڪورٽ تائين پنهنجي ڪيس جي پاڻ وڪالت ڪئي. ان ۾ مشهور ڪيس "جيئي سنڌ" ۽ "جيئي هند" وارو بہ آهي، جنهن مان هن کي باعزت آزاد ڪيو ويو.

انهن ڏينهن ۾ راحت سئنيما جي آڏو هڪ پٺاڻ گاڏي وارو بيهندو هيو، ۽ تريل مغز ڏاڍا لذيذ ٺاهيندو هئو. مصطفي جتوئيءَ کي انجا مغز ڏاڍا وڻندا هئا. ٻئي ٽئين ڏينهن اتي ويندا هياسين، ۽ انجا مغز کائيندا هياسين. (اڄڪلهہ ان پٺاڻ اتي ئي هڪ وڏي هوٽل ٺهرائي آهي). مصطفيٰ سان دوستي ٿي ويئي هئي، ان ڪري ڪامريڊ حيدر بخش سان دعا سلام پئي ٿيندي هئي.

ڳوٺ آيس تہ خبر پئي تہ منهنجي ناني، زوار عيسيٰ جا، حيدر بخش جتوئيءَ جي ڪٽنب سان ڏاڍا گهرا لاڳاپا هئا، ۽ ڪامريڊ جي والد الهداد خان سان گهڻي دوستي هيس. گهڻو ڪري هو سندن ڳوٺ بکي ديري ايندو ويندو هيو. ان ڳالهہ جي تصديق نانيءَ بہ ڪئي تہ ڪامريڊ حيدر بخش ۽ بابا سائينءَ پڻ.

٥٣-١٩٥٢ع ڌاري، علامہ آءِ. آءِ قاضيءَ، سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پنهنجا ليڪچر شروع ڪيا. مان، ربانيءَ سان هر هفتي پابندي سان انهن ليڪچرن ۾ وڃڻ شروع ڪيو. ڪامريڊ بہ هر ليڪچر ۾ موجود هوندو هئو، ۽ ليڪچر کان پوءِ پنهنجي نڪتئہ نظر موجب سوال ڪندو هئو. انهن ليڪچرن ۾ ايندڙ ملان ٽائيپ پروفيسر منهن چپو ڪري، ڪامريڊ تي ”ڪميونسٽ“ ۽ ”ڪافر“ جا رمارڪ ڏيندا هئا، پر علامہ صاحب تمام بردباريءَ سان ڪامريڊ جي سوالن جا جواب ڏيندو هو.

ون يونٽ جا سانباها ٿيا، تہ ان جي خلاف تحريڪ بہ تيز ٿي ويئي. پهرين سنڌ عوامي محاذ ٺهيو. ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي پنهنجي هاري پارٽيءَ سوڌو ان ۾ شامل ٿيو. کهڙي جي سرڪار جي آمريت جو مثالي بهادريءَ سان مقابلو ڪيائين. اسان بہ ان تحريڪ ۾ شاگرد ڪارڪنن جي حيثيت ۾ کهڙي پياسين، ۽ ان ريت ڪامريڊ کي ٿورو ويجهو ڏسڻ جو موقعو مليو. جلسا، جلوس، ميٽنگون. ڪامريڊ هر هنڌ موجود. سنڌ جي حقن لاءِ، سنڌ جي پورهيت ۽ پيڙهيل طبقن جي بهتريءَ ۽ بهبوديءَ لاءِ، ڪامريڊ سڄي حياتي وقف ڪري ڇڏي هئي.

ان دور ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جي شخصيت کي پنهنجي تصور ۾ ٺاهيل عڪس ( Image ) کان بہ مٿيرو ڏٺم. ڳالهائيندو تہ کرو. کوبہ رک رکاءُ، ڪا بہ ناهہ نوهہ يا تصنع، ڪا بہ مصلحت آميزي نہ. جيڪو دل ۾ اهو زبان تي. ڪامريڊ

جو منهن سندس روح جو آئينو هئو. اهڙو معصوم چهرو مون رڳو علامہ آء. آء قاضيءَ ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جو ڏٺو، جنهن چهري جي هر ريکا ۾ خلوص هئو.

پاڻ سڌو ڳالهائيندو هئو. بنا ڪنهن لڪ لڪاءَ، ٺاهہ ٺوهہ، رک رکاءُ يا ڊپ ڊاءَ جي، چوندو هئو "ڪامريڊ. ڳالهہ ڪجي سنئين سڌي."

ڪي همراهہ کيس سمجهائيندا هئا. "ڪامريڊ، هي جلسي ۾ آيل ماڻهو اڻ پڙهيل آهن. اجا انهن جي ذهني سطح ان لائق ناهي جو اهي ڳالهيون سمجهي سگهن."

وراڻيندو هيو "ڪامريڊ، انهن کي ئي تہ اهي ڳالهيون سمجهائڻيون آهن. جي اهي نہ سمجهندا تہ انقلاب ڪيئين ايندو."

۽ پوءِ ائين بہ ٿيو تہ ڪامريڊ جدلياتي ماديت، مارڪسزم، لينزم، مذهب جو ڪردار، سيني تي ڳالهائيندو هئو. ڪلم ڪلا. تڏهن وڏيرن جو ڪيڏو زور هئو، اڄ ان جو تصور ئي نہ ٿو ڪري سگهجي. ائين بہ ٿيو جو وڏيرن مولوين کان ڪامريڊ خلاف فتوائون ڏياريون، ۽ ماڻهو موڪلي ڪامريڊ جا جلسا ڦٽايا. پر ڪامريڊ جي منهن تي گهنج بہ نہ پيو. جٿين ٿڏ ٿئين وڏ. اڳي کان اڳرو، تازو ۽ توانو.

مون علامہ آء. آء قاضيءَ، تنوڙي ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ، ٻنهي کي ڏٺو ۽ ٻڌو، (علامہ صاحب سان ايتري ويجهڙائپ نہ تي) پر تڏهن بہ مان سمجهان ٿو تہ علامہ صاحب هن دور ۾ شاهہ لطيف جو ڪردار پئي ادا ڪيو تہ حيدر بخش جتوئيءَ سچل سرمست جو. هڪ اشارن ۽ ڪناين ۾ حقيقت ڏي اشارو پئي ڪيو تہ ٻئي سڌو سنئون علي الاعلان دهل وڄائي حق ڏي پئي سڏيو.

هڪ ڏينهن ڪامريڊ کان پڇيم "ڪامريڊ، توهانجي خيالن

۾ ايڏو انقلاب ڪيئن آيو؟.

پاڻ وراڻيائين هڪ ڪتاب پڙهيم.

Essays and letters by Ingersol

"انگر سال جا مضمون ۽ خط. " (اهو ڪتاب پاڪستان ۾ بند ٿيل هيو). وري ڪِلي، ٿهڪ ڏيئي چيائين "ان ڪتاب جي پڙهڻ جي صلاحَ مونکي دائود پوٽي (ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي) ڏني، پر مونکي جهلي ڇڏيو هيائين تہ مان اها ڳالهہ ظاهر نہ ڪريان تہ ڪو هن مونکي ان ڪتاب پڙهڻ جي صلاح ڏني هئي."

هاڻي جڏهن ڪامريڊ جو نظم "مناجات- درحق عمر الدين" ٿو پڙهان جيڪو سندس ڪتاب "جيئي سنڌ جيئي سنڌ" جي صفحي ۲۷ تي ڇپيل آهي تہ لڳي ٿو تہ ڊاڪٽر دائود پوٽي جي سائنس پيريت هئي.

نورالدين سرڪيءَ جي صلاح تي، اهو ساڳيو ڪتاب مون، رباني ۽ حفيظ شيخ پڻ پڙهيو. واقعي اهو ڪتاب ڏاڍو اهم آهي.

ون يونٽ ٿيو، تہ ڪامريڊ جي ننڊ ڦٽي پئي. ان وقت ڪامريڊ تي اهو پهاڪو ٺهڪي ٿو اچي تہ "هرٽي اڳيرَ ٿي نچٽي - ويتر ٻڌائونس گهنڊٽي." انقلابي تہ اڳ ئي هيو. پر سنڌ جي محبت سندس خشڪ انقلابي طبيعت ۾ هڪ رومانوي رنگ ڀري ڇڏيو. ڇو تہ هن جو "وڇن ويڙهيڇن سين" هيو. ان دور ۾ سندس شاعري ٻہ جرڪي. سندس اوائلي نظم "ڀلي آئين جي آئين درياهہ شاهہ" وارن سنڌ سان عشق جي جذبن ڪي وڌيڪ اظهار مليو. ۽ هن نظم لکيا "سنڌڙيپياري،" "سلام سنڌ"، "اي سنڌي وڏيرا" "حيوان انسان" "جيئي سنڌ" "اي مني جيجل اي سونهاري سنڌ"

پر ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جو سنڌ سان عشق رکو افسانوي ۽ رومانوي نہ هئو، پر حقيقت پسنداڻو، ۽ معہ رضي ٻڻ.

هن ان دور ۾ انگ اکر ڏيئي، قاعدن ۽ قانونن جا حوالا ڏيئي، سنڌ
تي ۽ ان جي پيڙهيل طبقن جي ماڻهن تي ٿيندڙ ظلمن جي باري ۾
اهڙا پمفليٽ لکيا جو سيڪريٽرين جي سطح جا ڪامورا به انهن
کي رد ڪري نه سگهيا، ۽ ان جو ڪو جواب نه ڏيئي سگهيا - ۽
جي ڏنائون ته اهو هيو ڪارن قانونن هيٺ ڪامريڊ جي گرفتاري.
ان دور ۾ ڪامريڊ هيٺيان پمفليٽ لکيا:

Injustice to Sind-I , Injustice to Sind- II, and Let is save Pakistan - I, Unjust Land taxation in Sind districts , One Unit and democracy, Stop ejectment of local population from Makhi Dhand area, Democracy and Dictatorship in Pakistan - I, De-mocracy or Dictatorship in Pakistan - II (One Unit bill X- rayed),Democracy of Dictatorship in Pakistan -III (Daultana's debate dealt with), Democracy and Justice of the Chief Justice.

آخري پمفليٽ ڪامريڊ، ان وقت جي جڳ مشهور تميزالدين
ڪيس تي ڏنل پاڪستان جي سپريم ڪورٽ جي چيف
جسٽس منير جي ڏنل فتويٰ تي تنقيد طور لکيو. ان ۾ چيف
جسٽس صاحب اسيمبلين کي ختم ڪرڻ جي قدم کي قانوني
سڏيو هيو. ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جو پمفليٽ اهڙو ته
مدلل ۽ قانون مطابق هيو جو ڪو به ان جو جواب ڏيئي نه
سگهيو. اڳتي هلي خود جسٽس منير کي تسليم ڪرڻو پيو ته
سندس اها فتويٰ سياسي هئي.

ان زماني ۾ ٿيندو ائين هيو، ته ڪامريڊ پمفليٽ لکيو
ڪارن قانونن هيٺ جيل ويو، (جو ته قاعدي قانون ۽ انگن اکرن
موجب ان پمفليٽ ۾ ڪوبه جواز نه هوندو هئو جو ڪيس پمفليٽ
لکڻ جي ڏوهه ۾ گرفتار ڪري سگهجي.) سزا ڪاٽي ٻاهر آيو.
يڪدم ٻيو پمفليٽ لکيائين - وري جيل ۾.

ان دور ۾ هڪ شام جو مان شيخ علي محمد وٽ عبرت جي
آفيس ۾ ويٺو هيس (ان وقت شيخ صاحب عبرت جو ايڊيٽر هئو.

اڄڪلهہ سنيٽر آهي)- اوچتو ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي اچي نڪتو. اسان ادب سان سائنس ملياسين. گهڙي رکي هڪ پمفليٽ ڪڍيائين ۽ شيخ علي محمد کي چيائين ته: هيءُ پمفليٽ عبرت ۾ ڇپيو- شيخ صاحب پمفليٽ وٺي ڏٺو اٿلايو پٿلايو. سر سري طور ان جو جائزو ورتو. ۽ پوءِ ڪامريڊ کي چيائين "ڪامريڊ، هيءُ پمفليٽ ته مان ڇاپيان . پر اوهان اڃا تازو جيل مان آيا آهيو. هيءُ پمفليٽ ڇپيو ته اوهان کي وري جيل موڪليندا. ڪجهہ ڏينهن آرام ڪيو. پوءِ هيءُ پمفليٽ ڇپينداسين."

ڪامريڊ ڪاوڙجي پيو، چيائين "هن وقت هن پمفليٽ جو ڇپجڻ ضروري آهي. ڇو ته سنڌ ۾ ڊلن جا اگهہ وڌيڪ پيا وصول ٿين. جي هن وقت انهن کي نہ روڪيو ويو ته سدائين لاءِ اها مصيبت سنڌ تي نازل ٿي ويندي."

شيخ صاحب وري بہ ڪامريڊ کي ٿڌو ڪندي چيو ته "ڪامريڊ ٿورو ترسو. پوءِ شايع ڪنداسين" ڪامريڊ ڪاوڙ مان چيو "سچ چوڻ جو وقت هيءُ آهي. جي ڪو پيو نہ ٿو چوي ته مان ته چوان. ڪنهن کي ته سچ چوڻ گهرجي."

۽ ائين ضد ڪري، ڪامريڊ اهو پمفليٽ قسطن ۾ عبرت ۾ شروع ڪرايو. نتيجو ظاهر هئو. يڪدم ڪيس گرفتار ڪيو ويو.

سنڌ جي تحريڪ ۾ شيخ علي محمد ۽ عبرت جو وڏو ڪردار آهي. اونداهي دور ۾ هنن اهي مضمون، ايڊيٽوريل، بيان ۽ خبرون ڇاپيون، جن جو ڇپجڻ ان دور ۾ ذري گهٽ ناممڪن هيو.

ڪامريڊ جو جيل بہ سياستدانن وارو "وڪيشن جو وٿاڻ" Holiday Resort نہ هئو، جو اي ڪلاس يا بي ڪلاس هجي. پنکا، اردلي، گهر جو کاڌو، ۽ سياسي دوستن جو ساٿ هجي. ڪاڻي

بي، اخبارون پڙهي سياست تي بحث ٿين. ڪامريڊ کي سدائين سي ڪلاس ۾ رکندا هئا، ۽ پاڻ ڪڏهن به نه بي يا اي ڪلاس لاءِ ڪوشش ڪيائين، نه ڪڏهن اهڙي درخواست ڏنائين. ايوب خان ون يونٽ جي مخالفن جو سخت دشمن هئو. ان جي ڏينهن ۾ ڪامريڊ کي سياري ۾ مچ جيل ۾ رکيو هيائون جتي سياري ۾ سخت سردي ٿيندي آهي ۽ جيڪو سخت ڪان سخت جيل آهي. ان زماني ۾ ايوب خان لاڙڪاڻي آيو، ۽ ڪنهن صاحب ڪيس چيو ته حيدر بخش جتوئي کي بنا ڪنهن ڏوهه ثابت ٿيڻ جي جيل ۾ رکيو ويو آهي ته ايوب خان چيو "حيدر بخش جتوئيءَ جو ون يونٽ جي مخالفت ۾ دماغ گرم ٿي ويو آهي. مون هن جي دماغ کي ٿڌو ڪرڻ لاءِ مچ جيل ۾ رکيو آهي. هن کي به ڪمبل ٿا ڏين پر هاڻي مان هن کان هڪ ڪمبل کسي وٺندس جيئن سندس دماغ ڪجهه ٿڌو ٿئي."

۽ ائين ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ، مچ جيل جي سخت سرديءَ ۾، فقط هڪ ڪمبل ۾ پنهنجي سزا ڪاٽي.

شروع ۾ "جيئي سنڌ" اسان دوستن- مقبول پنيءَ، حميد، ناصر، مصطفيٰ قريشيءَ، رشيد پنيءَ، شمشير ۽ پين نندين ڪچهرين ۾ چوڻ شروع ڪيو. پر ون يونٽ جي دور ۾ اهو ڪفر جو ڪلمو ڪلئي عام، جلسي ۾ پڙهڻ وارو ڪامريڊ حيدربخش جتوئي هيو.

سڄيءَ دنيا کي خبر آهي ته ڪامريڊ حيدربخش جتوئي ڪميونسٽ به هئو ته لامذهب به. هو اها ڳالهه لڪائيندو نه هئو پر ان تتي فخر پڻ ڪندو هئو. پر اڳتي هلي خبر پئي ته سندس ڪميونزم، ۽ لامذهبيت سنڌ جي پنيءَ اگهاڙي هاريءَ جي عشق جي اظهار طور هئي. هن کي سنڌ، ان جي ٻوليءَ، ان جي ثقافت، ۽ ان جي پيڙهيل پورهيت سان عشق هئو. ان جي بهتريءَ لاءِ ئي هو

ڪافر ۽ ڪميونسٽ ٿيو هيو، ڇو تہ سندس ايمان هئو تہ ڪميونزم ئي سنڌ جي اڻ پڙهيل پورهيت جي لاءِ روشن ۽ خوشحال مستقبل آڻيندي.

ڪيترائي سينيئر ڪامريڊ، سنڌ جي قومي مسئلن، ٻوليءَ، ثقافت، صوبائي حقن وغيرهہ کي، پورهيت طبقن جي وچ ويڇي جو سبب سمجهي، انهن کي ايتري اهميت نہ ڏيندا هئا، پر ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جو هميشہ ساڻن جهيڙو هوندو هئو. هن جي خيال ۾ جيڪڏهن سوشلزم سنڌ جي پورهيت جو آواز نہ ٿي اٿاري تہ ان سان اسان جو ڪهڙو ڪم.

چين جو وزيراعظم چوان لاءِ جڏهن حيدرآباد آيو، تہ خاص ڪري ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ ڏي نياپو موڪلي کيس گهرايائين، ۽ وڏيءَ سِڪ سان ساڻس ڀاڪر پائي مليو.

ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ سڄي عمر سنڌ جي پورهيت طبقن لاءِ وقف ڪئي. انگريز جي دور ۾ وڏي نوڪري ڇڏي، ڪل وقتي ڪارڪن ٿي، هاري پارٽيءَ کي قائم ڪيائين. عمر جو وڏو حصو جيل ۾ رهيو. هو جيل ۾ هوندو هئو، تڏهن بہ سندس گهر ۽ اوطاق (جنهن ۾ هاري پارٽيءَ جي آفيس هوندي هئي) هاري ڪارڪنن ۽ غريب هارين لاءِ اجهي جو ڪم ڏيندا هئا. ڇو تہ هارين يا هاري پارٽيءَ جي ڪارڪنن کي نہ هوٽل ۾ رهڻ جيترا پئسا هوندا هئا، ۽ وري هو ڪنهن وڏيري جي اوطاق ۾ رهي سگهندا هئا. انڪري حيدرآباد شهر ۾ سندن لاءِ ڇپر ۽ ڇانوَ سنڌ هاري آفيس ئي هوندي هئي، جتي کين هنڌ ڪنبلو وغيرهہ ملندو هئو. ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جي جيل ۾ هجڻ يا غير حاضريءَ جي صورت ۾ ڪامريڊ غلام حسين سومرو يا ڪامريڊ غلام محمد لغاري سندن ڪمن ڪارين لاءِ موجود هوندا هئا.

ايڏيءَ عمر تائين، ايتري خلوص واريءَ ۽ بي لوث خدمت جي باوجود بہ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ پاڻ کي ليڊر نہ سمجهيو. هن سڄي عمر هڪ ڪارڪن وانگر ڪم ڪيو، ۽ ليڊريءَ واري ٺاٺ باٺ، شهرت يا نمائش کان پري رهندو هئو. ڪامريڊ لفظ جي صحيح معنيٰ ۾ ڪامريڊ هئو. چوندو هئو تہ "ڪامريڊ مان ليڊر ٿوروئي آهيان."

ڪامريڊ سنڌ جي دوري تي نڪتو ٦٨ - ٦٩ع جو زمانو هئو. تازو تازو جيل مان ٻاهر آيو هيو. هن دفعي واري جيل سندس صحت ڏاڍي ڪيرائي ڇڏي هئي. سندس سيني مداحن ۽ خيرخواهن کيس جهليو ۽ آرام ڪرڻ جي صلاح ڏني. پر ڪٿي حيدر بخش ڪٿي آرام. هن تہ عمر جي هڪ هڪ گهڙيءَ کي سجايو پئي ڪرڻ چاهيو.

پروگرام اهو بيٺو تہ سکر ۾ جلسو ڪندو ۽ ان کان پوءِ خيرپور ايندو. سکر ۾ جلسو پورو ڪري آيو تہ مون فون ڪئي مانس. پاڻ مرحوم شمس الدين شاهہ وٽ رهيل هئو:

"ڪامريڊ ڇا پروگرام آهي. ؟" مون پڇيو.

"ڪامريڊ سياڻي پهچي ويندس. " ڪامريڊ جواب ڏنو.

"ڪهڙي وقت؟"

"اهو ئي ڏهين بجي صبوح جو. "

"چڱو ڪامريڊ مان نائين بجي توهان کي وٺڻ ايندس."

مون چيو تہ پنهنجي ڪار تي ڪامريڊ کي سکر مان ڪڻي ايندس - چيائين:

"نہ ڪامريڊ نہ - مان پاڻهي پهچي ويندس - تون تڪليف نہ ڪجانءِ. "

"شمس الدين شاهہ جي ڪار تي ايندوءِ؟" مون پڇيو.

"نہ ڪامريڊ - مان ڪو ليڊر آهيان ڇا جو ڪار تي اچان.

بس پاڻهي وقت تي توهان وٽ پهچي ويندس. ”
مون شمس الدين شاهہ سان ڳالهايو، هن چيو ”ڪار تہ مون وٽ بہ آهي، ڪامريڊ لاءِ حاضر آهي، پر ڪامريڊ اصل نہ ٿو مڃي.“
شاگردن ۽ ڪارڪنن ڪامريڊ جي آدرڀاءَ جو وڏو بندوبست ڪيو هيو، ان ڪري اٽڪل ڪري مون ڪامريڊ کان بس جو وقت پڇي ڇڏيم.
پئي ڏينهن شاگرد ۽ ڪارڪن بئنر ۽ جهنڊا کڻي، مقرر وقت تي بس اسٽئنڊ تي گڏ ٿي ويا. هنن بي تابيءَ سان ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جو انتظار پئي ڪيو. هو پنهنجي پياري اڳواڻ کي ڏسڻ لاءِ بيتاب هئا. جذباتي نعرا پئي هنيائون. جڏهن مقرر وقت واري بس آئي تہ نعرن جو جوش ٿهائين وڌي ويو. پر ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي ان بس ۾ ئي ڪو نہ هيو. سڀ مايوس ٿي ويا. اسان سوچيو تہ شايد ڪامريڊ کان بس ڇُٽي وئي آهي. انڪري ٻيءَ بس جو انتظار ڪرڻ لڳاسين.
پندرهن ويهن منٽن کان پوءِ ڪنهن اچي ٻڌايو تہ هن ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ کي بزار مان ويندي ۽ قبول باغ (جتي جلسو هئو) جو پڇائيندي ڏٺو.
ٿيو ائين جو ڪامريڊ پري کان جو ميڙاڪو ۽ بئنر ڏٺا، تہ ڊرائيور کي چئي، بس بيهاري، اڳئين موڙ کان ئي لهي هليو ويو.
پوءِ تہ وٽ وٽ ٿي ويئي، ڊوڙندي وڃي بزار ۾ ڪامريڊ کي پهتاسين. هاڻي ڪامريڊ ڪٿي ٿو جان ڇڏائي سگهي.
ڪارڪنن ڪلهن تي کڻي، جلوس ۾ آڻي قبول باغ پهچايس. ڪامريڊ جي اهائي وائي ”ڪامريڊ مان ليڊر تہ نہ آهيان. سڀ ورڪر آهيون. مان تہ ڪارڪن آهيان. “
آخري عمر ۾ ڪامريڊ پنهنجي گهر واريءَ کي جلسن ۾ آڻڻ شروع ڪيو هيو. هڪ جلسي ۾ تہ سندس موجودگيءَ ۾ مٿس

لکيل نظم "مصطفيٰ ماءُ" بہ پڙهيو هيو. جذبن جي پاڪيزگي ڏسو. سادگي ڏسو. خلوص ڏسو. عمر جي آخر ۾ پنهنجي گهر واريءَ سان عشق جو اظهار. اهو بہ کليل جلسي ۾.

پير حسام الدين حيدرآباد آيو. ڪامريڊ بہ هئو. مان بہ هيس تہ قمر بہ. پير صاحب ڪامريڊ سان چرچو ڪندي چيو "ڪامريڊ ٻڌو اٿم تہ هن عمر ۾ تو پنهنجي گهر واريءَ سان عشق شروع ڪيو آهي-؟ ڀلا عشق گهر واريءَ سان ٿيندو آهي ڇا؟- اهو تہ هميشہ پرائيءَ سان ٿيندو آهي. "

ڪامريڊ حيدر بخش کي منهنجي ۽ قمر جي خبر هئي تہ اسان پيار جي شادي ڪئي آهي. هونءَ بہ قمر شاديءَ کان اڳ بہ ڪيترا دفعا مون سان گڏ ڪامريڊ وٽ وڃي چڪي هئي. انکري ڪامريڊ يڪدم پير صاحب کي چيو "ڇو نہ؟ صحيح عشق تہ ٿيندو ئي گهر واريءَ سان آهي. تنوير کان پڇي ڏسو- "

مون ڪامريڊ کي چيڙائڻ لاءِ چيو "ڪامريڊ، شاديءَ کان پوءِ خبر پئي اٿم تہ زال سان ٻيو سڀ ڪجهہ تہ ٿي سگهي ٿو، پر عشق نہ ٿو ٿي سگهي. "

ان تي سڀني حاضرينن جا وڏا ٽهڪ لڳا ۽ ڪامريڊ ڪاوڙجي ويو. چيائين "تنوير- تون بہ ائين ٿو چوين."

ڪامريڊ ايڏو سادو، جو ان چرچي کي بہ ساڀيا پئي سمجهيائين.

ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جهڙا ماڻهو ڪٿي؟ سچا، کرا، جن جي اندر ۾ عشق، عشق سنڌ جو، سنڌ جي ٻورهيت جو، جن جو خلوص شفاف شيشي وانگر، جن جي حياتي ڏک، ڏولاوا، پر منهن تي هڪ سدا جرڪندڙ مرڪ، اها مرڪ، جيڪا ڪنهن عظيم مقصد لاءِ تڪليف سهڻ کان پوءِ سڪون حاصل ٿيڻ مان ملندي آهي .

# پير حسام الدين راشدي

پير حسام الدين راشديءَ ۾ "پير" جهڙي ڪا به ڳالهه نه هئي. نه ڊگهي ڏاڙهي، نه عصا نه دستار ۽ نه جُبو. نه تعويذ ڦيٿو ڪري، نه سڳو ڌاڳو ۽ شوڪارو. نه ڪيس خليفو هئو، ۽ نه مريد. سهڻو سيبتو، ڪلين شيو (ڏاڙهي مڇون ٻئي ڪوڙيل)، ذوق سان سبرايل فل سوٽ ۽ ٽاءِ، يا پئنٽ بش شرٽ، ڪڏهن شاندار سلوار قميص ۽ صدري، عينڪ اکين تي، وار سليقي سان سنواريل، بوٽ سدائين پالش ٿيل، شيو هڪ ڏينهن به وڌڻ نه ڏيندو . رنگ ڪڻڪائون، نڪ ڊگهو، قد ۽ بت وچولو، چال ۾ شان، هر ڳالهه ۾ ذوق ۽ سليقو. ڪاڏي خوراڪ، چوڙڻ ماڻڻ توڙي ڪتابن، دوستن، هوٽلن، گهمڻ جي جاين، تان جو نوڪرن تائين سڀ سندس اعليٰ درجي جي ذوق جا مظهر هئا.

مان ڪيس ننڍي هوندي کان ڏٺو. جڏهن منهنجي عمر تيرهن ورهيه هئي جو ملڪ جو ورهاڱو ٿيو. اين - جي- وي هاءِ اسڪول ۾ پڙهندو هيس. گڏ ڪرڪيٽ کيڏڻ وارا هندو دوست لڏي ويا. اين - جي- وي هاءِ اسڪول ۾ فخر الدين شاهه راشدي، (جنهنکي پيار مان ميرل چوندا هئا.) منهنجو هم ڪلاس هئو. اهو پير صاحب جو ڀاٽيجو آهي. ان سان صلاح ٿي ته سندن جمشيد روڊ واري گهر جي اڱڻ ۾ روز ڪرڪيٽ راند ڪجي.

راشدين جو گهر اسان جي نيوٽائون واري گهر کان فرلانگ ڪن پري هئو. روز شام جو ڪرڪيٽ راند ۾ راشدي خاندان

جا سڀ ڇوڪرا هوندا هئا. پير شاهه، سلطان شاهه، حسين شاهه ۽ اياز. اسڪول بہ ساڳيءَ بس تي وڃبو هئو، ۽ موٽبو بہ گڏ ساڳيءَ بس تي هئو. اهڙيءَ ريت راشدي خاندان جي ننڍن سان چڱي ويجهڙائپ ٿي ويئي.

فخرالدين شاهہ کي خبر هئي تہ مونکي ادب ۽ شعر سان دلچسپي آهي، ۽ ڪڏهن ڪڏهن شعر بہ لکندو آهيان. هن مونکي ٻڌايو تہ "منهنجو مامو بہ وڏو اديب آهي. ان جي وڏي لائبرري آهي."

مون کيس زور ڀريو تہ مونکي اها لائبرري ڏيکاري. پير حسام الدين جي موجودگيءَ ۾ تہ اها لائبرري ڏسڻ ممڪن نہ هئي، پر هڪ ڏينهن، جڏهن پير صاحب گهر ۾ نہ هئو تہ ميرل (اڳتي مان فخر الدين شاهہ راشديءَ کي ميرل لکندس) مونکي سندس لائبرريءَ ۾ وٺي ويو. ۽ اسان ان لائبرريءَ ۾ ائين خبرداريءَ سان ۽ ڊڄندا وياسين ڄڻ کي چور چوري ڪرڻ پيا وڃن.

ايڏي وڏي لائبرري ڏسي منهنجون وايون ٻتال ٿي ويون. ميرل سرٻاٽ ۾ چيو "هي ڏس - هيءُ ڪتاب ماما جا آهن-" مون ڏٺا - جلد ٻڌل ڪتاب، جنهن جي جلد تي سونهري اکرن ۾ لکيل هيو "پير حسام الدين راشدي."

لائبرريءَ گهمڻ کان پوءِ مون ميرل کي چيو تہ مونکي پنهنجو ماما ڏيکار- ۽ هڪ ڏينهن ڪرڪيٽ راند جي وچ مان ميرل مونکي وٺي ويو. ڊرائنگ روم ۾، دريءَ کان ٻاهر بيهي اشاري سان ڏيکاريائين- "هُو - اهو آهي ماما حسام الدين- "

ان وقت پير صاحب جوان پئي لڳو، مونکي سٺو لڳو. ان کان پوءِ، منهنجي اسرار تي ميرل پير صاحب جي لائبريريءَ جا ڪتاب مونکي پڙهائڻ شروع ڪيا - هو پير صاحب کي خبر ڪرڻ بنا ڪتاب آڻي مونکي ڏيندو هيو، ۽ مان ڪتاب پڙهي، ڏاڍيءَ

اشرافت ۽ ايمانداريءَ سان ميرل کي موٽائيندو هيس. ميرل ڊچندو بہ ڏاڍو هيو. پر مان پير صاحب جي ان سرچشمي مان سيراب ٿيندو رهيس، سواءِ ڪيس خبر هئڻ جي. منهنجي اوائلي ادبي تربيت پير صاحب جي لائبرريءَ مان ئي ٿي. ڪهڙو ڪتاب اتي نہ هئو؟ جيڪو گهر سو حاضر. ديوانِ گل، ديوانِ قاسم، ديوانِ فاضل، ڊاڪٽر خليل جو رهنمائي شاعري، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽيءَ جا ڪتاب، تان جو بهشتي زيور تائين پير صاحب جي لائبرريءَ مان پڙهيم (ان کان اڳ پنهنجيءَ مرحوم نانيءَ جي هٿان الف ليليٰ، جان عالم، قصص الانبيا ۽ ٻيا ڪتاب پڙهيا هيم).

راشدين جي خاندان ۾ "وڏن جو ادب" ضرورت کان وڌيڪ هئو. انڪري منهنجا سڀ راشدي دوست ڪڏهن بہ اها همت نہ ڪندا هئا جو منهنجي زوردار خواهش هوندي بہ پير صاحب جي ويجهو وڃن يا مونکي وٺي وڃن. مون تہ حسين شاهہ کي آخر تائين پير صاحب آڏو ڪرسيءَ تي ويهندي بہ نہ ڏٺو. جيستائين ڪچهري هلندي هئي، حسين شاهہ، سلطان شاهہ، تورڙي ٻيا ننڍا اڀين پيرين بيٺا هوندا هئا.

۱۹۵۱ع ۾ اسڪول جو زمانو گذري ويو. بابا جي بدلي حيدرآباد ٿي، تہ بہ مون ضد ڪري فرسٽ ييئر ڊي جي ڪاليج ڪراچيءَ مان ڪئي، ۽ پوءِ حيدرآباد جي ٿليلي واري ڪاليج ۽ لياقت ميڊيڪل ڪاليج ۾ پڙهائي ڪيم، ان وچ ۾ اڪثر پير شاهہ ملندو هئو. باقي ٻيا راشدي ڪڏهن ڪڏهن ئي ملندا هئا.

۱۹۵۵ع ۾ تہ ماهي مهراڻ نڪتو تہ ان ۾ حسام الدين راشديءَ جا مضمون - ڊگها - خشڪ - سڀ بہ فارسي شاعرن تي - "مير مائل جي بياض ۾ سنڌ جي تاريخ جو مواد- " ٽيهہ چاليهہ صفحا - ان ۾ ڪيترائي فارسي صفحا مير مائل جي ڪلام جا . اسان

هِريل افسانيَ ۽ شعر تي. هيءَ خشڪ مضمون هضم نہ پئي ٿيا- رباني ءَ، مون ۽ حفيظ ابراهيم، جويي سان جهيڙو ڪيو تہ "ايڏا صفحا خشڪ مضمونن تي ڇو ٿو وڃائين . ان جي جاء تي ڪي افسانا يا شعر ڏي."

جويو صاحب سنڌ جي تاريخ جي اهميت تي اسان کي وڏا ليڪچر ڏيندو رهيو، پر اسانجي ذهن ۾ اهي ويهي نہ سگهيا. نہ جويي صاحب اسان جي ڳالهہ مڃي، ۽ نہ اسان پنهنجي هوڏ کان هيٺ لٿاسي. اسان کي شيخ اياز جي پٺي پڙهايل هئي تہ "تاريخ جاگرافي وغيرهہ ادب جو حصو نہ آهن" - سو ان ڳالهہ تي ڪٽي ڳنڍ پڌيسين . شيخ حفيظ تہ اهڙا خط بہ مهراڻ جي ايڊيٽر کي لکيا. پر جڏهن اڳتي هلي اسان انهن مضمونن کي پهرين سرسري، ۽ پوء تفصيل سان پڙهڻ شروع ڪيو، تہ خبر پيئي تہ سنڌ جي تاريخ کي چڱيءَ طرح ڄاڻڻ کان سواء سنڌ جي تحريڪ هلائڻ اجائي آهي، ۽ تاريخ برابر تخليقي ادب جو حصو نہ آهي، پر ان جو اڀياس قومي تحريڪن لاء تمام ضروري آهي.

هڪ پير حسام الدين راشدي، ۽ ٻيو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ - ٻنهي سنڌ جي تحريڪ جي لاء پيڙهہ جو ڪم ڪيو. تاريخ، لوڪ ادب، ۽ ڪلاسيڪي ادب. انهن کان سواء قوم جو تصور ناممڪن آهي.

پير صاحب اسانکي ٻڌايو تہ سنڌ جا سورما ڪير آهن ۽ سنڌ جا غدار ڪير. دولهہ دريا خان، دودي سومري، ۽ هوش محمد جي خبر اسانکي پير صاحب وٽان پيئي. هڪ مضمون لکيائين "شاهہ عنايت شهيد- سنڌ جو پهريون سوشلسٽ -" جيڪو "نئين زندگيءَ" ۾ ڇپيو - اسانکي صوفين جي انقلابي ڪردار جي خبر پير صاحب جي مضمونن ڏني.

پوء خبر پيئي تہ پير صاحب منيلا ويل آهي، ڪيس دل جو سخت

دورو پيو آهي. حياتي ۽ موت جي چڪتاڻ ۾ آهي.

پوءِ خبر پئي ته پير صاحب صحتياب ٿي موٽي آيو آهي. اها خبر خوشيءَ جي خبر هئي. دل تان وڏو بار لهي ويو.

رباني ادبي بورڊ جو اسسٽنٽ سيڪريٽري هئو، پوءِ سيڪريٽري ٿيو ۽ پير صاحب بورڊ جو ميمبر- ان سلسلي ۾ اسانجي سنگت مان سڀ کان پهرين ربانيءَ جي پير صاحب سان ڏيٺ ويٺ ٿي. هونءَ به ربانيءَ جو مزاج اهڙو آهي جو ٿوري وقت ۾ هر ڪنهن کي پنهنجو بنائي ويندو آهي. پير صاحب سان ويجهو ٿي ويو ۽ مون سان اڪثر پير صاحب جون ڳالهيون ڪندو هيو. منهنجي لاءِ پير حسام الدين اهو ٿي هيو جيڪو نئدي هوندي ڏٺو هيم، جنهن آڏو منهنجا راشدي دوست ويندي ڪوءِ ڪاٿيندا هئا.

هڪ ڀيري رباني مونکي زوريءَ پير صاحب وٽ رنز هوٽل ۾ وٺي ويو. ان زماني ۾ حيدرآباد ۾ اها ئي بهترين هوٽل هئي ۽ پير صاحب اتي ئي ترسندو هيو.

بهترين پوشاڪ ۾، وڏي قرب سان مليو. دير تائين ويٺا رهياسين علم، ادب، تاريخ، سياست، سيني تي بحث هليو. مونکي پهرينءَ ئي ملاقات ۾ هو روشن خيال، بي تعصب ۽ وطن دوست لڳو. ان سان گڏ علم جو پندار خلوص ۽ محبت سندس هر گفتي ۽ عمل مان ڦٽي ٿي نڪتا منهنجا الڪا ڏوريجي ويا، جيڪي نئدي هوندي کان پير صاحب لاءِ هوندا هئا. ٿئين ادب لاءِ، سندس ٿيءَ جي عالمن وانگر نه فقط نفرت نه هيس پر محبت پڻ.

ان کان پوءِ اهو معمول ٿي ويو، جو پير صاحب حيدرآباد اچي، ۽ مان ساڻس ملڻ وڃان. جيترا ڏينهن حيدرآباد رهندو هئو، اوترا ڏينهن ساڻس ڪچهري ٿيندي هئي. هڪ به شام نه گسائيبي. انهن ڪچهرين ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، مولانا گرامي،

جويو صاحب، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي، رباني، ڊاڪٽر الانا، نياز همايوني ۽ پيڙو فقير هوندا هئا. جي ڪراچيءَ ويجھو هئو، پير صاحب سان نہ مليو هئو، ۽ ڪيس خبر پوندي هئي، تہ چِنڊ ڪيندو هئو. چئي ”لوفر تي پيا آهيو. هيڏي هوڏي رلندا ٿا وتو.“ ڪراچيءَ وڃجي، ۽ پير صاحب وٽ ماني نہ کائجي، اها اڻ ٿيڻي. جھڙي بہ وقت وڃبو، مانيءَ جي وقت تائين ضرور ترسائي ڇڏيندو. کائڻ جي معاملي بہ پير صاحب وڏي ذوق وارو هئو تي چار طعام تہ ضرور هوندا، پر لذيذ. خوشنما ٿالهين ۾، ويندي آچار جا بہ بہ ٽي قسم ضرور هوندا. هر ويلي تي پير صاحب وٽ گهٽ ۾ گهٽ چار پنج مهمان ضرور هوندا هئا. ڪي اردوءَ جا عالم اديب ۽ اسڪالر، تہ ڪي سنڌيءَ جا.

پير صاحب جي کاڌي جو ذوق سندس ڪتاب ”هو ڏوٿي هو ڏينهن“ مان ظاهر آهي. ان ۾ لکيو اٿائين تہ سکر ۾ ڪھڙي هوٽل جي ماني لذيذ آهي. مونکي بہ ان جو تجربو ٿيو. جڏهن پير صاحب حيدرآباد ايندو هئو، ۽ ڪو دوست ڪنهن هوٽل جي کاڌي جي تعريف ڪندو هئو، تہ يڪدم پير صاحب تيار- تہ هلو ان هوٽل تي، وڪٽوريا پاڙي تي ڪري اتي پهچبو.

تن ڏينهن ۾ حيدر آباد جي واڍن جي پڙ ۾ هڪ نئين هوٽل کُلي هئي، جنهن کي ”جهونپڙا هوٽل“ سڏيندا هئا. پهريون دفعو ان هوٽل ۾، ڪرسين ميزن بدران کٽولن تي مانيءَ کارائڻ شروع ڪيائون ۽ ماني بہ ”سنگل سالنا“ يا ”قورما“ ”پڳيلا“ ۽ ”نان“ بدران تئي تي پڪل گرم گرم اوڦراتا ۽ ڀرو- ذائقو ۽ خوشبو اهڙي جهڙي گهر جي پڪل ماني. پير صاحب جو تعريف ٻڌي تہ يڪدم تيار ٿيو.

وڪٽوريا تي چڙهياسين. مان، ڊاڪٽر بلوچ، پير صاحب، نياز همايوني، ۽ رباني. ربانيءَ شيطاني ڪري، تلڪ چاڙهيءَ تي گاڏي

روڪرائي چيو تہ "هتي لهو تہ هتان پنڌ ڪندا، هوا کائيندا هلون- " پير صاحب پنڌ جو شوقين. سيئي لهي پياسين. رباني سري گهاٽ کان چاڙهي واٽي رستو پلجي پيو، ۽ ابتا سبتا چڪر ڏياريندو، رنگين گهٽين مان ڦيرائيندو اچي وادين جي پڙ واريءَ جهوپڙا هوٽل ۾ پهتو. پير صاحب سمجهي ويو تہ رباني بدمعاشي ٿو ڪري تہ مرڪي چپ ٿي ويو، باقي پئي بزرگ کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي.

جهوپڙا هوٽل سَستي هئي - غريب غربو اتي ماني کائڻ ايندو هو، پر پير صاحب معتبري نہ ڏيکاري- ڪٽولي تي ويهي، ماني ۽ جي تعريف ڪندو رهيو، ۽ ان ڪانپوءِ، جڏهن بہ حيدر آباد آيو، تہ گهٽ ۾ گهٽ هڪ ويلو جهوپڙا هوٽل تي ضرور کائيندو هو.

سندس ڪاڏي جي ذوق تي هڪ ٻي ڳالهہ ياد آئي- مونکي منهنجي سنڌوءَ، بشير سومري، ( جيڪوشڪارپور جو آهي) شڪارپور جو ٿهيل "ڇهارن جو آچار" موڪليو- (چون ٿا تہ شڪارپور جا سُرهيا ماٺهوءَ کان سواءِ هر شي جو آچار وجهندا آهن.) انهن ڏينهن ۾ مون وٽ پير صاحب آيل هيو- مون اهو آچار سندس حوالي ڪيو. ڪراچيءَ وڃي اهو آچار کاڌائين - ڏاڍو وڻيس- ان جي تعريف ۾ خط لکيائين ۽ ٻئي آچار جي فرمائش ڪيائين- مون پاڻ واري مائٽ بشير تي زور رکيو پر اهو ڇُهارن جي آچار ٺاهڻ وارو يا تہ لڏي ويو يا تہ مري ويو- پيهر اهو آچار نہ مليو - ۽ هر دفعي پير صاحب جي ميار تي ميار- چي " تون فضول ماٺهو آهين- ڇهارن جو آچار بہ نہ ٿو پهچائين -" لفظ فضول، پير صاحب جو خاص لفظ هئو، جيڪو پيار مان ڪاوڙ ڪندي ڪتب آڻيندو هيو.

پير صاحب کي ڪنهن غريب دوست قرب سان، ۽ فضيلت سان ماني کارائي، تہ ان سان لنو لڳي ويندس، توڙي جو ماني سادي ۽

غريباڻي هجي- پر ڪارائي پيان خلوص ۽ فضليت سان جيئن پيڙو فقير يا نياز همايوني ڪارائيندا هئا - هڪ دفعي سکر آيو- اسانجي هڪ لکاپتي دوست ( ان زماني ۾ لکاپتي ڳوليا به نه ليندا هئا) تفن ۾ ماني گهرائي، پنهنجي آفيس ۾ ميز تي رکائي، بيٺڙ ڪارائي- سڄي عمر ان کي ڳاريون ڏيندو رهيو- ”ڇي هيءَ ڪا فضيلت آهي جو چڪلاين وانگر بيٺڙ ماني ڪارائجي - “ توڙي جو اها ماني ڏاڍي پر تڪلف هئي.

جي ڪڏهن مون کان ڪو پڇي ته تو پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪهڙا مهذب Cultured ماڻهو ڏٺا -؟ ته مان جيڪي به نالا وٺان: هڪ پير حسام الدين راشدي، ۽ ٻيو پيڙو فقير. مهذب Cultured ٿيڻ، ۽ تعليم يافته هجڻ ٻه ٻه الڳ شيون آهن- مون ڪيترن اعليٰ تعليم ورتلن کي غير مهذب، ناشائسته ۽ بد تميز ڏٺو، ۽ ڪيترن اڻ پڙهيلن، توڙي گهٽ پڙهيلن کي مهذب ۽ شائسته. ڪيترائي ولايت کان موٽيل ۽ اتي سالن جا سال رهيل اڻ گهڙيل ڪاٺ رهيا- ”خر عيسيٰ اگر به مکه رود، چه باز آيد هنوز خر باشند“ وانگر.

پير صاحب به رواجي اصولن موجب گهٽ پڙهيل، هئو - ملان جي ڏاڙهيءَ ۾ هٿ وجهي مدرسي کان موڪلايو هئائين، تنهن هوندي به ايترو ته علم حاصل ڪيائين جو ڪيس اعزازي پي. ايڇ.ڊي. جون ڊگريون مليون- پي ايڇ-ڊي وارن جو سونهون Guide ٿيو پر ڪڏهن به پاڻکي ڊاڪٽر نه لکيائين. بين الاقوامي سيمينارن ۾ سڏ مليس- سندس لکڻيون ۽ تحقيق نه فقط ملڪ ۾ پر سڄي دنيا ۾ سَنَد ٿي ويون.

پير صاحب هر معاملي ۾ مهذب هئو، اٿڻي ويهڻي، ڪائڻ پيئڻ، ڀوڙڻ ماڻڻ، لکڻ پڙهڻ- جيترو مهذب ۽ شائستو پاڻ هو، ٻين مان اوتري نه، ته به ڪنهن حد تائين مهذب هجڻ جي اميد رکندو

هئو- پر جي سندس آڏو ڪو تهذيب يا شائستگيءَ جي حد اورنگهي ويندو هيو تہ پاڻ باهہ ٿي ويندو هئو، ۽ سندس، ”پيراڻي رڳ“ ڦڙڪي پوندي هئي- ان شخص جي پير صاحب جي شستہ ۽ نفيس گارين سان تواضع ٿيندي هئي- گارين جي فن ۾ بہ ماشاءَ الله يڪتا هئو- ڪي اهڙيون گاريون ايجاد ڪيائين جن جو تعلق پڌڻ سان آهي- اهي اسان پارا خوش نصيب آهن جن اهي پڌيون چو تہ انهن جو عام فيض حاصل ڪرڻ لاءِ لکت ۾ اچڻ ممڪن نہ آهي.

اردوءَ وارا پير صاحب جي علم ۽ فضل جي ڪري سندس آڳو پيچو ڪندا هئا- ممتاز حسن، ڊاڪٽر شوڪت سبزواري، جميل الدين عالي، رئيس امروهوي-اردوءَ جو ڪهڙو مشهور اديب يا عالم نہ هئو جيڪو اسان پير صاحب وٽ نہ ڏٺو- ڪنهن کي ڪو حوالو کپي، ڪنهن کي ڪنهن قلمي نسخي جي ڳولا، تہ ڪو ڪچهريءَ خاطر - پير صاحب مهمان نوازيءَ جا سڀ فرض پورا ڪندي بہ کين سچ چئي ڏيندڙ هو- اهو بہ سَتَ سُرين جي نموني، ۽ هو ڦڪيَ ڪِل کِلي لاجواب ٿي ويندا هئا.

هڪ دفعي شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي دور ۾ ٿي ويءَ وارن پاڪستاني ڪلچر، تي هڪ مذاڪرو ڪرايو- سڄي پاڪستان جا دانشور سڏيائون- مون کي بہ سڏ هيو- مون پنهنجي خيال ۾ ڏاڍي زوردار نموني ۾ چيو ”تہ پاڪستاني ڪلچر هڪ نہ پر گهڻا پاڪستاني ڪلچر آهن-“ پر پير صاحب وجائي ڇڏيو- چي ”اهو ڪلچر، جنهن کي هند مسلم ڪلچر يا پاڪستاني ڪلچر ٿا چئو، اهو پيداوار آهي مغل دور جي- جڏهن مغل شهنشاهن هندو عورتن سان شاديون ڪيون، ڪن عالمن جي فتويٰ موجب هندو اهل ڪتاب نہ آهن- انڪري انهن جو اولادِ حرام جو اولاد ٿي، ۽ اهو ڪلچر حرامي ڪلچر آهي.“

پير صاحب لفظ اهي نه چيا، پر شائستي ٻوليءَ ۾ اهو سيڪجهه چئي ويو ۽ عجب جي ڳالهه اها، ته ان سيمينار ۾ اردوءَ جو شاعر رئيس امروهوي به موجود هئو ۽ ان پير صاحب جي شان ۾ ان سيمينار ۾ ويٺي في البديهه هڪ رباعي لکي پير صاحب کي ڏني.

پير صاحب هر لحاظ کان تڪميل پسند هئو- پوشاڪ هجي، گهر هجي، فرنيچر هجي، ڪتاب هجي، ڪنهن به شيءِ ۾ ڪو عيب يا خال نه ڇڏيندو هئو- پير صاحب جا ڪتاب ئي ڏسو- هر ڪتاب تي ايڏي محنت جو هڪ شخص نه، پر اداري جو ڪم پيو لڳي- مڪلي نامو ان جو مثال آهي- تذڪره امير خاني ان جو مثال آهي- جي خبر پيس ته ان موضوع تي هڪ سٺ جو حوالو ستن والايتن کان به پري آهي، تڏهن به اهو هٿ ڪندو ۽ ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ ڏسٽي Index اها به پاڻ ٺاهيندو- ايڏو تڪميل پسند هيو پير صاحب حسام الدين. ميرزا قليچ بيگ جي باري ۾ پڙهيو اٿائون ته هن جي ادبي ڪم ڪرڻ جو وقت مقرر هيو- هو روزانو باقاعدي اهو وقت ادبي ڪم کي ڏيندو هيو. پر مون پير حسام لدين راشديءَ کي اهڙيءَ ريت ڪم ڪندي ڏٺو- روز صبح جو تيار ٿي ٺهي ٺڪي، شيو ڪري، وهنجي سهنجي، پنهنجي پسندجي ذوق وارا ڪپڙا پائي،اچي ڪرسيءَ تي ويهي ڪم شروع ڪندو هئو، جيئن مزدور روزانو ڏهاڙي ڪري ڪرڻ لاءِ ڪم تي چڙهندا آهن- مان ان جو اکين ڏٺو شاهد آهيان.

اسان لوفر ماڻهو. لوفر پائيءَ کان به نه مڙون. پير صاحب سان سنگت ته نه هئي. نياز متدي هئي. انڪري جڏهن پير صاحب اسان وٽ ايندو هئو يا ٻاهر ڪٿ فنڪشن تي گڏ هوندا هئاسين، ته پير صاحب سان رات جو ڪچهري ڪندا هئاسين، ۽

جڏهن هو وچي سمهندو هئو، تہ مان، رباني، شوڪت جماڻي پنهنجي ”لوفر پائي“ شروع ڪندا هئاسين- هڪ ڀن دفعن کان پوءِ پير صاحب سمجهي ويو - اسان کيس چيو ”سائين، توهان جي ننڊ جو وقت ٿي ويو آهي. هاڻي توهان آرام ڪيو-“ تہ ٺهہ ٺهہ چيائين ”توهان کي لوفر پائي، ڪرڻي آهي تہ ڀلي منهنجي منهن تي ڪريو- مونکي توهانجي لوفر پائيءَ ۾ ڏاڍو مزو ٿو اچي.“

۽ پوءِ پير صاحب ۽ اسان جي وچ ۾ ”پيڙهي وڇوٽي“ ختم ٿي وئي- اسان لوفر پائي ڪندا رهياسين تہ پير صاحب اسان سان گڏ ويٺو هوندو هيو- اسان جيترو، اسان جهڙو اسان سان گڏ هيو- ۽ اسان جيترو پير صاحب، سچو جهان گهميل هيو، شروع ۾ ڏکيا ڏينهن ڏٺائين، جنهنجو ذڪر هو ڏوڻي هو ڏينهن ۾ ڪيو اٿائين، پر پوءِ ٿانيڪو ٿيڻ بعد هميشہ آرام ۾ رهيو- پر تڏهن بہ ڪڏهن بہ مون هن کي ڪڏهن آرام پسند نہ ڏٺو- هتي ايندو هئو- تہ سکر جي وڏين هوٽلن بدران مون وٽ رهندو هئو- هن کي ”قرب“ آرام ۽ عيش کان وڌيڪ پسند هئو. منهنجي پراڻي مسواڙي جاءِ ڇا هئي؟ ننڍو ۸ ۸ فٽن جو ڪمرو، جنهن ۾ هڪ کٽ هڪ ميز - سادو غسل خانو- نہ فلش نہ ايئرڪنڊيشن- پر تڏهن بہ رهندو مون وٽ هئو- جڏهن مون نئين جاءِ ٺهرائي ۽ پير صاحب هتي آيو تہ پلنگ ڪيرائي ڇڏيندو هئو ۽ واڻ جي کٽ رکرائي، ان تي سمهندو هئو.

اسان کان وڏيءَ عمر جي عالمن ۾ پير حسام الدين ئي هئو، جيڪو اسان سان گڏ فتوائن جو شڪار ٿيو- اهو انڪري جو هو منافقيءَ واري مذهب جي خلاف هئو- مذهب ۾ سياست ملائڻ وارن کان کيس سخت نفرت هئي، ۽ ان جو اظهار هو بنا ڪنهن رک رکاءُ جي ڪندو هئو، هو سچو سنڌ دوست هئو- اسانجي تحريڪ ۾ هو منڍ کان وٺي پڇاڙيءَ تائين گڏ رهيو جڏهن نالي

وارا اديب عالم فتوا لکڻ ۽ سرڪار جي ناراضپي جي ڊپ کان اسان سان گڏ وهڻ کان ڇرڪندا هئا، تڏهن پير حسام الدين راشدي، نہ فقط اسان جي همت وڌائيندو هئو، اسان کي صلاحون ڏيندو هو، پر اسانجي ميڙن ۾ بہ شريڪ ٿيندو هئو. ون يونٽ جي پوساٽ ۽ ايوب خان جي آمراني دور ۾ (جوتہ ان دور ۾ سياسي جلسا ممنوع هئا) پير صاحب اسان کي سنڌي سورمن جي شام ملهائڻ جي رٿا ڏني، جنهن موجب هوشوء، دودي، درياهہ خان تي تقريرون ٿينديون هيون- پهرين اسان اها شام ڪراچيءَ ۾ ملهائي ۽ پوء لاڙڪاڻي ۽ سکر ۾- انهن جلسن ۾ پاڻ شريڪ ٿيو هئو ۽ تاريخي تقريرون ڪيائين.

مونکي چڱيءَ طرح ياد آهي: ۱۹۶۳ع ۾، ايوب خان جي زماني ۾ "شريف ڪميشن رپورٽ" کي نافذ ڪرڻ جا سانباها ٿيا- ان رپورٽ موجب سنڌي ٻولي فقط پرائمري سطح تائين (ڇوٿين درجي تائين) تعليم جو ذريعو ٿي رهي، اڳتي سڀ تعليم اردوءَ ۾ پئي ڏني ويئي- يعني سنڌيءَ ٻوليءَ لاء اهو موت جو وارنٽ هئو. ايوب خان جو زمانو هئو. ان وقت وڏا وڏا فولادي سياست دان ٻرن ۾ لڪل هئا. نہ سياست جي اجازت هئي، نہ جلسي جلوس جي- اسان نوجوان، جن ۾ رباني،حميد سنڌي، شمشيرالحيدري، جمال رند، ناصر، مقبول پٺي، مصطفيٰ قريشي ۽ ٻين دوستن ان خلاف هلچل هلائي- ايوب خان جي ڪنهن قدم جي، ملڪ جي تاريخ ۾ اها پهرين مخالفت هئي- ايڏو ڌهڪاءُ هئو جو ماڻهو وائڙا ٿي ويا- ان ۾ جيڪي بزرگ اسان سان شامل ٿيا، انهن مان پير صاحب ۽ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي اڳرا هئا- ان کانسواء مولانا گرامي، سردار علي شاهہ، مخدوم امير احمد، ڊاڪٽر الانا ۽ ٻيا بزرگ بہ شامل هئا. اها تحريڪ هڪ ڏار مضمون لهڻي، پر هتي ڳالهہ ڪُٿائڻي، تہ ايوب خان جي حڪومت ان دليريءَ واري

مخالفت کان گهبرائجي وئي ۽ شريف خان فورا ڳالهين ڪرڻ لاءِ هڪ ميٽنگ رڪائي، جنهن ۾ سرڪار طرفان سائين غلام مصطفيٰ شاهه، جيڪو ان وقت لاهور ۾ تعليم جو ڊائريڪٽر هيو (اڄڪلهه تعليم جو وفاقي وزير آهي) ۽ پير صاحب - (ٻئي اسان جا) ۽ ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل (جميعت الشعراء) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، محمد حسين ترڪ ( ان وقت سنڌ يونيورسٽيءَ جو رجسٽرار) ۽ مان (پاڪستان رائيٽرس گلڊ جي سنڌي شاخ جي سيڪريٽريءَ جي حيثيت ۾) هياسين. محمد حسين ترڪ رڪارڊ ڳوليِ ڦولهي ڪڍي آيو. بمبئي يونيورسٽيءَ جي زماني کان (سنڌ يونيورسٽي جي قائم ٿيڻ کان اڳ سنڌ جي تعليمي ادارن جا امتحان بمبئي يونيورسٽي وٺندي هئي.) سنڌي، مئٽرڪ بي اي، ۽ ايم اي ۾ تدريس تعليمي ذريعو تسليم ٿي. اسان آخر ۾ جيڪو دستاويز تيار ڪيو ان ۾ اهو سڀ ڄاڻايوسين- ۽ اهو به ڄاڻايوسين ته ابوالحسن نثويءَ جي زماني (اٽڪل ٻه اڍائي سو سال اڳ) کان سنڌي تعليم جو ذريعو رهي آهي- بهرحال اهو تاريخي دستاويز هيو، جنهن تي سيني صحيحيون ڪيون. پير صاحب ۽ سائين غلام مصطفيٰ شاهه سرڪاري ميمبرن هوندي به ائين رهيا، ڄڻ اسان مان هجن- رڳو هڪ صاحب صحيح ڪرڻ وقت، چيو ته "تورو ٻاهران ٿي ٿو اچان "- ۽ وري نه آيو.

مذهب جي باري ۾ پير صاحب وڏو فراخ دل هئو- بلڪ هن کي مذهب جي ناليِ کي غلط استعمال ڪندڙن کان انتهائي نفرت هئي- منهنجو ساڻس ويجهو تعلق رهيو- ساڻس هر مسئلي تي کليل دل سان بحث ڪيم. پر ائين به نه ٿو چئي سگهان ته هو مذهبي هئو. ۽ ائين به نه ٿو چئي سگهان ته لا مذهب هئو، پر تي ڳالهيون پوري يقين سان چئي سگهان ٿو ته هو سيڪيولر هئو، قوم پرست Nationalist هئو ۽ سماج وادي Socialist هئو.

هڪ ڏينهن سائين جي ايم سيد وٽ ويٺا هئاسين. مان، رباني، پير صاحب. اسلام جي تاريخ تي بحث پئي هليو. اهو تہ ڪيئن مسلمانن جي تاريخ خون خرابي ۽ منافقيءَ سان ڀري پئي آهي- ۽ ايئن اوچتو شيخ عبدالمجيد سنڌي لڪڻ مان ٺڪاءُ ڪيدائيندو، "السلام عليڪم" چئي اچي وارد ٿيو- پير صاحب ڏانهنس ڏسي چيو "شيخ، منهنجي ۽ سيد (جي ايم سيد) جي قسمت ٿي خراب هئي جو چاواسي مسلمانن جي گهرن ۾، اهو بہ سيدن ۾، پر توکي ڪهڙي نانگ ڪاڏو جو پنهنجو مذهب ڇڏي مسلمان ٿئين." ۽ پوءِ اسانجا ٽهڪ هئا، ۽، شيخ صاحب جي ڦڪي کل.

١٩٦٢ع ۾ نور محل سئنيما سامهون، ڦليليءَ تي هڪ ننڍي هڪ ڪمري واري اسپتال کولي هيم- اتي پير صاحب ربانيءَ سان اچي ظاهر ٿيو- ڪٿي مان ڪٿي پير صاحب. جنهن جي لائبرري مان چورن وانگر ڏٺي. جنهن سان ملاقات ڪرائيندي سندس پاٺيجو ميرل ڪوءِ ڪائيندڙ هئو، اهو مون وٽ اتهي غريباٺيءَ ڪلينڪ ۾ هلي اچي.

پئي ڏينهن پٽ شاهہ تي هلڻ لاءِ چياءين. پٽ شاهہ جو اهو ڏينهن ۽ اها رات منهنجي حياتيءَ جي يادگار رات ۽ ڏينهن آهي، هونءَ بہ پير حسام الدين سان گهاريل هڪ هڪ گهڙي يادگار گهڙي آهي. پر پٽ شاهہ ۾ گذريل اهو وقت، پير صاحب ۽ منهنجي وچ ۾ ويڇي ۽ وڇوٽيءَ کي ختم ڪرڻ وارو وقت هئو. ان ڪانپوءِ، پير صاحب کي مان سدائين پنهنجي روح جي پرسان محسوس ڪيو. عقيدت، احترام، ادب پنهنجي جاءِ تي، پر مون انهن سيني شين جي باوجود پير صاحب جي شخصيت جي شفقت، محبت، پنهنجائپ ۽ ويجهڙائپ جو ذائقو چکيو.

سيد ميران محمد شاهہ پٽ شاهہ تي هئو. پير صاحب ماني

ڪائيندي ڪيس چيو تہ "شاهہ. هاڻي تون نئون عشق ڪر ۽ شادي ڪر." ميران محمد شاهہ اڳوڻو اسپيڪر، وزير، سفير، ۽ سڀ ڪان وڌ اديب ۽ ادب دوست هئو. هن ٺهہ ڦهہ چيو "پير هاڻي مان ڪراڙو ٿي ويو آهيان. شادي تہ ڪيان پر ڪري ڪجهہ بہ نہ سگهندس."

پير صاحب يڪدم چيو " ان جو تون فڪر نہ ڪر- هيءُ نوجوان جو آهن (اسان ڏي اشارو ڪري) اهي سڀ فرض ادا ڪندا-" ۽ پوءِ ٽهڪن جو طوفان!

منهنجي ۽ قمر جي شاديءَ جو مسئلو، رٻانيءَ جي ذريعي ڪيس معلوم ٿيو- پاڻ ان ۾ ائين مدد ڪيائين جو جڻ مان سندس ئي اولاد هجان- رحيم بخش سومري جي هٿان ان معاملي ڪي ٿوري وقت ۾ ئي حل ڪرايائين.

مون مٿي لکيو آهي، تہ پير حسام الدين راشدي وٽ پير جهڙي ڪابہ شيءِ ڪانہ هئي؛ نہ مريد، نہ خليفا. نہ جبو، نہ دستار. نہ سڳو نہ تعويذ. پر اها ڪهڙي شي هئي، جنهن مونکي سندس عقيدت، احترام ۽ ادب ۾ وانگي رکيو.؟ مان پيريءَ مريديءَ ۾ يقين نہ رکندو آهيان. پر الائي ڪهڙيءَ ريت، پير حسام الدين مونکي پنهنجو مريد ڪري ڇڏيو. شفقت سان، محبت سان. الائي ڪهڙي سڀي ڏاڍي سان.

# مولانا گرامي

۱۹۵۲جو زمانو هو. منهنجي عمر سترهن سال کن هئي. مرحوم شيخ عبدالله عبد، منهنجي شعرن مان کن جي اصلاح ڪري واپس ڏيندي چيو:

"مان توکي اهڙي ماڻهوءَ سان ٿو ملايان، جو هوند مان به ان کان ئي اصلاح وٺان. آئنده تون پنهنجا شعر گرامي صاحب کي ڏيکاريندو ڪر."

مون مٿي نهاريو. خوبصورت ڪاريءَ سونهاريءَ ۾ ڪارين شرعي تراشيل مڇن جي وچ مان، موتين جهڙا اڇا ۽ چمڪندڙ ڏند نمودار ٿيا. هڪ دلفريب مرڪ، عينڪ مان اونهين اکين مون ڏي نهاريو، گهڙي پل لاءِ مون پنهنجي وجود مٿان، انهيءَ خوبصورت مرڪ کي هڪ هلڪي ۽ ٿڌي ڦوهاري جيان محسوس ڪيو. پوءِ مون گرامي صاحب جو جائزو ورتو. پريل بت، سادو سنڌي لباس، سانورو رنگ ۽ مٿي تي ڪراڪلي ٽوپي. مون گرامي صاحب کي چيو: "اوهان منهنجا شعر ڏسندا؟"

ساڳي مرڪ سان وراڻيائين: "ضرور، پر هتي مصروف آهيان، ڪو وقت ۽ جاءِ مقرر ڪيو، آچر مناسب ٿيندو."

مون اتاوليءَ مان پڇيو: "منهنجي گهر ايندا؟"

مونکي اميد نه هئي ته گرامي صاحب "ها" چوندو، پر منهنجي اميد خلاف چيائين : "اچبو." ان رتيءَ جي رهاڻ اهڙو جيءُ اڙايو، جو اڃا تائين اڙيل آهي.

مون کان ائڊريس ورتائين، مون موڪليو، پر پڪ نه هيم ته ڪو گرامي صاحب مونوٽ ايندو.

گرامي صاحب جو نالو اڳ ٻڌل هيم اديبي حلقن ۾ گرامي صاحب ۽ خليل جي اديبي ڏي وٺ ان وقت. مشهور هئي. اها به خبر هيم ته نه رڳو وڏو شاعر ۽ نقاد آهي، پر هو وڏو سجاڻ عالم پڻ. ان ڪري اعتبار ئي نه آيو، ته مون پاري جيتامڙي شاعر جي گهر اهڙو مشهور عالم ايندو.

آچر جي ڏينهن سندس اچڻ جو پڪ نه هوندي به سخت انتظارڪيم. حيرت جي حد نه رهي، جو مقرر وقت تي گرامي صاحب منهنجي جاء تي اچي ويو. مان ڪيس پنهنجي ڪمري ۾ وٺي آيس، پنهنجا شعر ڏيکاريم. گرامي صاحب منڊ ڪان پڇاڙيءَ تائين شعر پڙهيا، تان جو منجهند جي مانيءَ جو وقت ٿيو.

مون ڪيس دستوري صلاح ڪئي، پاڻ قبول ڪيائين. ان ڏينهن اسان جي گهر پلو چاڙهيو هئائون. مون وٽ آهر خدمت ڪئي. گرامي صاحب جي خوش خوراڪيءَ جو پهرئين ڏينهن ئي قائل ٿي ويس.

مانيءَ کانپوء مون سگريٽ جو پڇيو. پيانيم ته مولوي چا سگريٽ پيئندو، پر ساڳيءَ دلفريب مرڪ سان" ڪئنچي "جي پاڪيٽ جي فرمائش ڪيائين. پاڪيٽ آيو، ۽ جڏهن سگريٽ دکايائين ته ان وقت ائين محسوس ٿيو، ته ننڍڙي ڪاري خوبصورت ڏاڙهي ۽ سگريٽ جو ميرانجهڙو دونهون، ٻئي ڪيڏا نه سهڻا لڳي رهيا هئا.

اوپارين لهوارين ڳالهين، ادب فلسفي مذهب ۽ نفسيات تي بحث ۾ ئي شام ٿي وئي. گرامي صاحب فرمايو ته هاڻي هلي ڪراچي هوٽل تي ڪا چهر ڪجي. اتڻ ڪان اڳ ۾، ڪاغذ ۽ دم گهريائين ۽ چيائين ته اڄوڪي ملاقات جي ياد ۾ ڪا تحرير

لکجي، ۽ پوءِ لکيائين:
”شعر جي مطالعي مان محسوس ٿو ٿئي تہ هيءُ اڳتي هليّ سنڌ جو تمام وڏو شاعر ٿيندو.“
منهنجي دل ٺرڻي پئي. اها سند دل ۾ سانڍي اٿم، پر اڄ ڏک ٿو ٿئي تہ اها سند فائيل ۾ چونہ رکيم. ان کانپوءِ ڪراچي هوٽل آياسين. ڊاڪٽر وراندو گرامي صاحب جي مستقل بيٺڪ هئي. اتي اڌ رات تائين چانهہ ۽ ڪباب جا دور هليا ۽ ڪچهري هلي، پوءِ موڪلايوسين.
منهنجو دلبر دوست رباني ۽ مان ان وقت فرسٽ ييئر سائنس ۾ هئاسين. انهن ڏينهن ۾ زولاجي پڙهندي، پئي تپرس ۾ پئجي ويندا هئاسين. ڪڏهن ڪاڪروچ جي مرڪب اک Compund - Eye اسان لاءِ عجب جو سبب هو، تہ ڪڏهن ڊارون جي ارتقا جو نظريو. پڙهندي پڙهندي بحث ۾ پئجي ويندا هئاسين، پوءِ ڪورس ۽ ڪتاب ڇتا. فسلفو، مذهب ۽ نفسيات اسان جا موضوع ٿي ويندا هئا. جڏهن پاڻ ۾ نہ نهندا هئاسين، تہ پوءِ سڌا ايندا هئاسين گرامي صاحب جي ڪراچيءَ هوٽل واري ڪچهريءَ ۾. اتي ويني ويني اسر ٿي ويندو هو، پر اهي ڦورا نہ ڪلندا هئا. گرامي صاحب رات جو ڏهين ڪان صبح جي ڇهين تائين، هر موضوع ۽ مسئلي تي ڳالهائيندو هو. ڇڻ درياهہ جو بند ڀڄي پوندو هو. ڇڻ ڪو آبشار وهي نڪرندو هو. اها ئي دلفريب مرڪ، اهوئي ڪئنچيءَ جو سگريٽ. چانهہ جا دورن تي دور، تان جو اچي صبح ٿيندو هو. اسان جوان ٿڪجي پوندا هئاسين پر ڪڏهن بہ گرامي صاحب جي منهن تي ٿڪ جا نشان نہ ڏٺاسين. اها ئي تازي ۽ شگفتہ مرڪ، سندس منهن تي صبح تائين موجود هوندي هئي.
انهن ڪچهرين ۾ اسان سان گڏ سرائي اميد علي (مرحوم)،

سردار علي شاهه (جيڪو پڻ فوت ٿي ويو آهي)، يوسف (مرحوم) (جنهن مولانا عبدالله سنڌيءَ سان ڪم ڪيو، مون سي ڏٺا ماڻ جنين ڏٺو پرينءَ کي) ۽ ٻيا علم جا پانڌيئڙا، اسان جا واقف ٿي ويا. ڪڏهن ڪڏهن مرحوم شيخ عبدالمجيد سنڌي، پنهنجي پر وقار شخصيت سان لڪڻ ڪٽي اچي اسان سان گڏ ويهندو هو. هوٽل جو مالڪ مرحوم عبدالرحيم عباسي به دخل ڇڏي اچي انهن بحثن ۾ شامل ٿي ويندو هو. اِڳتي هلي اهي ڪچهريون اسان جو روزانو معمول ٿي ويون. رات جي ماني کائي سڌو ڪراچي هوٽل جي ورانڊي ۾ وڃبو هو. گرامي صاحب جي ڪچهريءَ ۾ ايترو محو ٿي وڃبو هو، جو خبرئي نه پوندي هئي، ته وقت ڪيئن ٿو گذري وڃي! جڏهن پر پاسي جي مسجد مان اذان جو آواز ايندو هو، ته معلوم ٿيندو هو، ته هاڻي صبوح ٿي ويو آهي، ڪچهري برخواست ٿيندي هئي.

منهنجي ۽ رباني‌ءَ جي حيرت جي حد نه هئي، ته هي سادو سٻاجهو، انگريزي نه ڄاڻندڙ عالم، آئن سٽائن جي اضافيت جي نظريي ۽ ڊارون جي ارتقا جي نظريي تي ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڳالهائيندو هو. هو ارسطو ۽ افلاطون تي به ساڳئي طريقي سان ڳالهائيندو هو، جهڙي طرح غزالي ۽ فارابيءَ تي. ڪارل مارڪس، هيگل، برڪلي ۽ هيوم، تان جو برٽنارڊ رسيل به سندس علم ۾ هئا. هڪڙو عربي ۽ فارسي خواندو مولوي، ۽ جديد فلسفي ۽ سائنس جو ايڏو اپياس، اسان لاءِ عجب جهڙي ڳالهه هئي.

ان وقت ۾ منهنجو ۽ رباني‌ءَ جو وڏو مسئلو هو "ڪائنات جي تخليق." ور ور ڪري گرامي صاحب کان پڇندا هئاسين، ته "ڪائنات جي تخليق جو مقصد ڇا آهي؟" ۽ گرامي صاحب سنجيدگيءَ سان ڪلاڪن جا ڪلاڪ، اسان جي اڻ گهڙيل سوالن ۽ دليلن کي ٻڌندو به هو، ته پنهنجا رايا ۽ دليل به ڏيندو

ويندو هو. انهن ڏينهن ۾ جيتوڻيڪ منهنجو بزم خليل سان واسطو ٿي ويو هو ۽ هو گرامي صاحب جا مخالف هئا، پر ان هوندي به نه ڪو گرامي صاحب جي شفقت ۽ قرب ۾ ڪمي آئي ۽ نه وري منهنجي ادب ۽ عقيدت ۾ فرق آيو.

نه ماهي "مهراڻ" نڪتو ته ڏينهن به ڪچهري، ۽ رات به ڪچهري. ميڊيڪل ڪاليج ويندي مهراڻ آفيس (جتي اڄڪلهه ادبي بورڊ جو بوڪ اسٽال آهي) ۾ ليٽو پائي، گرامي صاحب جو سلام ڪبو هو. موٽندي پڻ ساڳي ريت سلام ڪبو هو. هاڻي شمشير به اتي هو. تورن ڏينهن لاءِ سراج به. جي ڪاليج ويندي مهل ڪو دلچسپ موضوع ڇڙي ويندو هو، ته اتي ويٺي وينيوقت گذري ويندو هو ۽ ايپرن ۽ ڪتاب کڻي، گرامي صاحب وٽان ئي واپس گهر هليو وجبو هو.

"مهراڻ" سان اسان جي ادبي تحريڪ اڳتي وڌي. تئين ادب سان چاهه هوڻ ئي هو، پر ان جي همت افزائي ڪرڻ ۾ مهراڻ ۽ گراميءَ جو وڏو دخل هو. اسان کان اڳينءَ ٽهيءَ مان فقط حسام الدين راشدي، گرامي صاحب ۽ ڏيپلائي هئا، جيڪي اسان کي نه فقط همٿائيندا هئا، پر اسان سان گڏ فتوائن جو نشانو پڻ بڻبا هئا. (جوبي صاحب ۽ چاچي گدائيءَ کي مان منڍ کان وٺي پنهنجي ٽهيءَ جو پائيندوآهيان، توڙي جو عمر جو فرق آهي) جڏهن ادبي تحريڪ زور ورتو، ته ٻيا سڀ پراڻا اسان جا مخالف ٿي بيٺا. اخبارن ۾ گاريون ڏنائون. سرڪاري ڪامورن وٽ چغليون هنيائون، مذهبي جنون جي ذريعي، اسان جي خلاف نفرت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائون. اتي بين ٿورن همدردن سان گڏ، گرامي صاحب اسان سان هر مرحلي ۾ گڏ هوندو هو. ادبي سنگت هجي، جشن روح رهاڻ هجي، سنڌي شام هجي، بزم صوفياءَ هجي يا ڪو ٻيو پليٽ فارم. گرامي صاحب جي تقرير شروع ٿي، ته جڻ

وڏ ڦڙو وسيو. لفظ لفظ لڙيءَ ۾ پوپل، جملو جملي سان جڙيل ۽ جڪڙيل، منطق، تاريخ، فلسفو، مذهب، ادب ۽ شعر سڀ علم سندس تقرير ۾. هر زاويي کان سنڌ جي تحريڪ جي لاءِ دليل هونداهئا. سندس تقرير جو انداز شايد ئي ڪنهن کي حاصل ٿي سگهي. باوقار بيهڪ، آواز ۾ تمڪنت ۽ لفظن جي خوبصورت چونڊ، ٻوليءَ جو اڻ کٽ ڀنڊار، ڳالهائيندو هو ڄڻ ساوڻيءَ جو درياهه اٿلي پوندو هو.

مهراڻ جي آفيس ۾ جتي سنجيده گفتگو ٿيندي هئي، اتي ڪل ٻوڳ پڻ ٿيندو هو. گرامي صاحب اسان نوجوانن آڏو بناوٽي وقار يا شخصيت جو نقاب پائي نہ ويهندو هو. اسان سان اٿين رلمل ٿي ويندو هو، جو ٻيڙهيءَ جي وڇوٽي محسوس ئي نہ ٿيندي هئي. ڪڏهن اسان سان چرچو ڪري وٺندو هو، ڪڏهن اسين ساڻس ٻوڳ ڪندا هئاسين. گرامي صاحب جي طبيعت جو ظريفانہ پهلو غالب ۽ چرچل جي ظريفانہ موضوع وانگر هڪ ڌار موضوع ٿي سگهي ٿو. گرامي صاحب ايڏا تہ چرچا ڪيا ۽ ساڻس ايڏا چرچا ڪيا ويا، جو اهي ساندڻ جهڙا آهن. ڪڏهن بہ چرچي تي چڙيو ڪونہ. جي چرچو وٺندو هيس تہ ان کي پسند ڪندي کلندو هو، ۽ جي چرچو اجا بہ ڪجهہ سخت هوندو هو، تہ هلڪيون ننڍڙيون وٺندڙ گاريون بہ ڏيندو هو. هتي مثال طور هڪ چرچو لکان ٿو، جيئن گرامي صاحب جي خوش خلقيءَ جو يادگار رهي:

گرامي صاحب هاضمي جي خرابيءَ سببان اڪثر يوناني دوائون کائيندو هو. هڪ دفعي سندس آفيس ۾ ويس، تہ آڏو ٽيبل تي سينڌي لوڻ جو ڳنڍو پيو هو، جيڪو شايد ڪنهن يوناني حڪيم جي مشوري موجب استعمال لاءِ خريد ڪيو هئائين. مون ان سينڌي لوڻ جي باري ۾ پڇايو، تہ ڪراچيءَ جي گانڌي

گارڊن ۾ اڪثر جانورن جي آڏو، اهو لوڻ پيو هوندو آهي. ان لطيفي تي وينل دوست وڏا ٽهڪ ڏئي کليا. گرامي صاحب بہ کلندي هڪ هلڪڙي گار مون کي ڏئي ڪڍي. ايتري ۾ پاهران ڏيپلائي صاحب آيو ۽ ٽهڪڙو ٻڌي پڇيائين، تہ ڇاتي تا کلو؟ گرامي صاحب پنهنجي آڏو سينڌي لوڻ جو ڳنڍو کڻي ڏيپلائي صاحب جي آڏو رکيو ۽ پوءِ مون ڏي چيائين، تہ هاڻ ٻڌائينس تہ ڇا تي کلياسين، ان تي منهنجي ڳالهہ ڪرڻ کان اڳ ۾ ئي، سيئي دوست ٻيهر ٽهڪ ڏيڻ لڳا، پر هن دفعي ٽهڪن جو نشانو گرامي صاحب نہ هو، پر ڏيپلائي صاحب هو. ڏيپلائي صاحب اڃان وائڙو هو، تہ هي ڇا تي ٿا کلن، پوءِ جڏهن مون ٻيهر جانورن جي باغ جي ڳالهہ ٻڌائي تہ  ٽهڪن جو ٽيون دور شروع ٿيو.

مان خيرپور آيس، گرامي صاحب ۽ منهنجي وچ ۾ مفاصلو تہ وڏي ويو، پر قرب جو مفاصلو ڪڏهن بہ نہ وڌيو. ڪڏهن مشاعرو ڪڏهن محفل، هر بهاني سان ساڻس ملاقات ۽ ڪچهري ٿيندي هئي. درازن جي ادبي ڪانفرنس ۾. هر سال منهنجي سڏ تي اچي حاضر ٿيندو هو. ١٩٧٣ع ۾ درازن کان موٽي، خيرپور جي ريسٽ هائوس ۾، اسر جي ڇٽين وڳي تائين اسان جي ڪچهري هلي، ان وقت گرامي صاحب پنهنجي اندر جا حال اوريا. هيڏو وڏو عالم ۽ سندس پگهار ٿوري، جو پار ٻچا تہ ڇا پر پنهنجو بہ گذارو مشڪل ٿئيس! مٿان نوڪريءَ جون پابنديون، جيڪي هڪ عالم ۽ شاعر لاءِ روحاني اذيت جو باعث آهن. اسان جي سنڌي سماج گرامي صاحب کي ڇا ڏنو؟ هڪ اڻ پورو پگهار، هڪ ننڍي نوڪري، هڪ اڌورو گهر ۽ عمر ڀر جون ڏکون، پريشانيون، تڪليفون. هو بس ۾ سفر ڪندي ٿاٻڙجي ڪريو، منڊڪائيندو رهيو. سنڌ جو ادب منڊڪائيندو رهيو، اڄا بہ منڊڪائيندو ٿو رهي. سنڌ جي علم ادب ۽ فن کي ڪڏهن سڌو سنئون هلڻ

نصيب ٿيندو؟ مرڻ کان پوءِ گراميءَ جي اولاد لاءِ وظيفا مليا ته چڱو، پر اسان جيئري جاڳندي گراميءَ جي ڪهڙي خدمت ڪئي، سندس ڪهڙو قدر ڪيو؟ کيس ڪهڙيون سازگار حالتون ڏنيون، جو هو لکي پڙهي ۽ سوچي سگهي. ۽ ڇا سنڌ جو علم ادب ابد تائين منڊڪائيندو رهندو؟

شوڪت جماڻيءَ چيو: ”يار هڪ بري خبر آهي، هاڻي الطاف شيخ جي فون آئي ته گرامي گذاري ويو.“

مون ان خبر کي ائين ٻڌو ڄڻ ڪوڙي خبر هجي. الطاف شيخ وٽ منجهند جي ماني کائڻ وياسين، ته هن ٻڌايو ته ”گرامي صاحب فوت ٿي ويو.“ خبر تي يقين آيو، پر گرامي صاحب جي ”مرڻ“ جي ڳالهه مون کي مشڪل لڳي. ڪراچيءَ پهتس، ته الطاف (منهنجي ياءُ) ٻڌايو ته گرامي فوت ٿي ويو. هن اهو به ٻڌايو ته هن کي جڏهن نياز همايونيءَ خبر ٻڌائي، ته ان تي اعتبار نه ڪيائين.

مون کي ايترن ماڻهن ٻڌايو آهي ته گرامي صاحب فوت ٿي ويو آهي، دل نه ٿي مڃي. دل ٿي چوي، ته سيني کي چوان، ته عالم نه مرندا آهن، گرامي صاحب جيئرو آهي. اها اچڻ موتيءَ جهڙن ڏندن واري مرڪ جيئري آهي، جيڪا وجود تي، ٿڌي ٺوهاري جيان وسي هئي. ڏسو، گرامي صاحب جيئرو آهي، جي اعتبار نه ٿو اچيو ته منهنجو هي مضمون پڙهي ڏسو.

# مقبول پنّي

سنڌ جي سياسي ۽ ادبي تحريڪن ۾، اڪثر ڪيترائي اهڙا مڃيادار ماڻهو ٿي گذريا آهن، جن جي محنت ۽ قربانيءَ سببان سنڌن دور کي اهم تاريخي موڙ نصيب ٿيا. پر هو ڪنهن کي ياد به نه رهيا. اڻ ڄاتا ۽ اڻ ڳاڻاٽي رهجي ويا. مقبول پنّي به اهڙن مڃيادار ماڻهن مان هئو. مقبول پنّيءَ جي شخصيت گهڻ پاسائين Multi Dimensional هئي. هن جا مون سان تعلقات به گهڻ پاساوان هئا. ذاتي دوستي، ادبي ۽ سياسي تحريڪن ۾ ساٿ، ليکڪ ۽ ناشر جو رشتو. اهي هئا اسانجي ساٿ جا مختلف پهلو. انهن سڀني ناتن جي ڪري، مقبول پنّيءَ جي گوناگون شخصيت کي ويجهو کان ڏسڻ جو موقعو مليو.

مقبول سان پهرين واقفيت ان دور ۾ ٿي جڏهن هو پارن جو رسالو "گلستان" ڪڍندو هئو. هڪ خوبصورت، ذوق سان سينگاريل، پارن جي ڏاڍو وارين تصويرن سان سينگاريل رسالو. ڪلٽو ملٽو، مضبوط هانيءَ وارو، بي تڪلف، روشن خيال، محنتي جوان. ائين لڳو مقبول.

ان ڪان پوءِ، ١٩٥٥ع ڌاري، جڏهن ون يونٽ جا سانباها پئي ٿيا، ته "يوٿ فرنٽ" ۾ شامل ٿي ويو، جنهن جو صدر ذوالفقار علي پنّو هئو، ۽ ون يونٽ جي مخالفت ۾ عملي ساٿ ڏنائين. انهن ڏينهن ۾ هفتيوار اخبار "وطن" ڪڍيائين، جنهن ذريعي سنڌ جي ماڻهن ۾ حب الوطني، ۽ ون يونٽ جي مخالفت جا جذبا جاڳائيندو

رهيو. ان وقت جي هفتيوار اخبارن ۾ گيٽ اپ، مواد توڙي پوليءَ جي خيال کان، مقبول پنيءَ جي "وطن"، سيني کان نمايان هئي. منهنجي خيال ۾ اهڙي هفتيوار اخبار اڄ تائين نه نڪتي آهي، جيڪا مقبول جي "وطن" جو مقابلو ڪري سگهي، سواءِ ڪن ايڪڙ ٻيڪڙ اخبارن جي. اها هفتيوار اخبار سنڌ جي ماڻهن ۾ ايتري ته مقبول ٿي، ۽ ايتري ته اثرائتي هئي، جو سنڌ سرڪار کي ان کي بند ڪرڻو پيو.

ون يونٽ خلاف عملي جدوجهد ۾ به مقبول پني اڳي کان اڳرو هئو. جنهن ڏينهن حيدرآباد ۾ ون يونٽ جي فائدي ۾ سنڌ اسيمبلي اجلاس ڪري، ٺهراءُ پاس ڪرڻ واري هئي، ۽ کهڙي وزارت ڊيڙ ڊونس سان اهو ٺهراءُ پيءِ پاس ڪرايو. اسان ان ڏينهن اسيمبلي جي ٻاهران مظاهري ڪرڻ جو پروگرام ٺاهيو. سنڌ ۾ تعليم ان وقت ايتري هئي، جو ڪاليج رڳو حيدرآباد، ڪراچي، شڪارپور ۽ سکر ۾ هئا. شاگرد گهٽا ڪراچيءَ توڙي حيدرآباد ۾ غير سنڌي. بهرحال مظاهري جو پروگرام ٺاهيو ويو. رات جو حيدرآباد جي ديوارن تي "سنڌيوٽ فرنٽ" جا ڇپيل "احتجاج"جا پوسٽر هڻڻ شروع ڪياسين ۽ اڌ رات ڌاري، آهي پوسٽر هڻندي گرفتار ٿياسين. حيدرآباد جي مارڪيٽ ٽاٽي تي بند رکياٿون. مان، قمر صديقي، مظفر حسين شاهه، غلام سرور ڇچڙو، سڄي سنڌ مان اٽڪل يارنهن شاگرد گرفتار ٿيا. آهي به حيدرآباد ۾. (سنڌ ۾ ان وقت سڄاڳي به گهٽ هئي ته تعليم به گهٽ.) صبوح جو سويل مقبول پني کي گرفتار ڪري آيا. مقبول پني سنڌ جي انهن ٿورن اوائلي، سچاڻ ۽ بهادر سياسي ڪارڪنن مان هئو، جن ون يونٽ خلاف قيد قبوليو.

انهن ڏينهن ۾ ١٩٥٦ع ڌاري، حيدرآباد ۾ سنڌي ادبي انجمن نالي هڪ جماعت هئي، جيڪا ترقي پسند لاڙن جي ترجمان هئي. ان جماعت ۾ سرائي اميد علي، (سنڌيءَ جو اوائلي افسانه نگار،

سنڌ جو اوائلي اٿڪٽر (فلم پرديسيءَ ۾) ۽ مشهور اداڪار اي. آر. بلوچ جو پيءُ) ڏيپلائي، ع. ق. شيخ ۽ سنڌيءَ جو سچاڻ دانشور، محمد ابراهيم جويو، نوجوان ليکڪن جي ادبي تربيت ڪندا هئا. مقبول پنهنجي به ان ۾ شامل هئو. ساڳئي دور ۾، سنڌ جي، ڏار ڏار شهرن ۾ "سنڌي ادبي سنگتون" پڻ قائم ٿيون، جن جو مقصد پڻ ساڳيو "سنڌي ادبي انجمن" وارو هئو. مقبول پنهنجيءَ "انجمن" کي سنگت ۾ تبديل ڪيو، ۽ سنگت جي تنظيم لاءِ وڏي جدوجهد ڪيائين. ڪي موقعا ته اهڙا به آيا، جو بسنت هال جي ٻاهر واري چبوتري ۾ (جتي سنگت جي ميٽنگ رکندا هئاسين،) رڳو ٻه يا ٽي ڄڻا، انتظار ۾ به ٽي ڪلاڪ ويهي، موٽي ويندا هئاسين ۽ اهڙا موقعا لاڳيتا ۽ بار بار ايندا هئا. پر مقبول ڪڏهن به همت نه هاري. اسان مايوس ٿيندا هئاسين، پر مقبول اڳي کان اڳرو. چوندو هئو "پرواهه ناهي، ٻئي هفتي محفل ضرور مچندي. ۽ مقبول جي اها محفل اڄ سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ ۾ متل آهي.

جڏهن سڄيءَ سنڌ جي ادبي سنگتن کي هڪ لڙيءَ ۾ پوئڻ جي ضرورت ٿي، ته ان ڏس ۾ پڻ مقبول پنهنجيءَ وڏو ڪردار ادا ڪيو.

"ون يونٽ" ۾، جڏهن سنڌي ٻوليءَ کي ختم ڪرڻ جي سازش سٽي ويئي ته اسان صحيحن جي مهم جي رٿا ناهي. لک ڪن ماڻهن کان صحيحون ورتيون ويون ته سنڌيءَ کي اولهه پاڪستان جي سرڪاري زبان تسليم ڪيو وڃي. ان اسڪرول تي، شيخ مجيب الرحمان ۽ جوش مليح آباديءَ ۽ ٻين ڪيترن مشهور شخصيتن جون صحيحون هيون. ڪراچي هوٽل سامهون، سرائي اميد عليءَ جي بنا مسواڙ ڏنل سنگت آفيس هئي. مقبول، مان شمشير، مصطفيٰ قريشي (مشهور فلم اٿڪٽر)، ممتاز مرزا ۽ ٻيا دوست، نه رات نه ڏينهن، اوڊر تي مانيون کائي، اوڊر تي ـ نهيون پي پيا ڪم ڪنداهئاسين. مهم ان لحاظ کان ڪامياب

ويئي تہ سنڌ ۾ ٻوليءَ جي باري ۾ پهرين سجاڳي پيدا ٿي. ان مهم جو اڳواڻ مقبول هئو. سڄيءَ سنڌ جو دورو ڪيائين. ڪارڪن پيدا ڪيائين. انهن کي ڪم ڪرڻ جي تربيت ڏنائين. ان وقت سنڌ ۾ سڀ مايوس هئا. ون يونٽ دپڙدونس سان ٿاهي ويا. سنڌ جي ماڻهوءَ کي ڪا واٽ ٿي نہ پئي سجهي. پر مقبول اهڙي لاٽ ٻاري جو روشن ٿي ويئي. شمشير جو نظم "اي همسفرو" ان دور جي تخليق آهي.

ان مهم دوران، مهم جي مقبوليت ڏسي، ڪيترائي سڌڙيا opp-ertunist سياسي اڳواڻ، هزارين رپيا امداد لاءِ ڪٺي آيا. پر مقبول سيني کي موٽائي ڇڏيو. ۽ اسان سان گڏ اوڊر جي چانهہ ۽ مانيءَ تي گذارو ٿيندو رهيو. انڪري جو متان اهي سنگت کي سياسي طور استعمال ڪن.

مهم جي پوري ٿيڻ بعد، فارمن کي سارٽ sort ڪري انگ اکر ڏيٽا هئا، تہ گهڻن هارين، گهڻن مزدورن، گهڻن سياستدانن، گهڻن ڊاڪٽرن وغيره صحيحون ڏنيون آهن. اهو ڪم مقبول جي حيات ادب لئبرريءَ (دينوءَ جي پڙ ۾، سندس گهر هيٺان) ۾ ٿيندو هئو. ونگار جو پٽ مقبول آٿيندو هئو ۽ اسان ڪم ڪنداهئاسين.

صحيحن وارو اهو اسڪرول، اڄ بہ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ۾ مقبول پنٿيءَ، ۽ ٻين ڪارڪنن جي قربانيءَ، محنت، خلوص، سنڌ دوستيءَ، ۽ سنڌ ۾ ون يونٽ کان پوءِ "پهرين سجاڳيءَ جي لهر" جي يادگار طور رکيل آهي.

ان دور جو هڪ اهم واقعو، جيتوڻيڪ منهنجي ذات سان تعلق ٿو رکي، پر ان مان مقبول پنٿيءَ جي همت، هوشياري، بردباري، توڙي قرباني ۽ دوستن سان محبت جي ثابتي ٿي ملي. ان ڪري ئي اهو واقعو هتي بيان ڪريان ٿو:

هي واقعو ١٩٥٦ع جو آهي. تن ڏينهن ۾ مخدوم امير احمد

اسان کي ھير آباد واري اورئينٽل ڪاليج ۾ سنگت جي ڪچهرين ڪرڻ جي اجازت ڏني هئي. گرمي هجڻ سبب ٻاهر ڇپر تي ٿي ويٺاسين. اندران پلگ مان تار ڇڪي، ٽيبل لئمپ ٻاهر لان تي رکيوسين، جيئن شعر يا افسانو پڙهڻ واري کي روشني ملي. ميٽنگ پوري ٿي ته مون ٽيبل لئمپ کي هٿ ۾ کنيو، جيئن ته پين سيني ٻئڙ پٺي سهيڙيا. مڃاڻ پلاسٽڪ واريءَ تار جي پلاسٽڪ ڪا ڏريل هئي، ان مان منهنجي ساڄي هٿ واريءَ چيچ کي ڪرنٽ اچي ويو. ائين پيانيم ته ان چيچ کان وٺي، پيرن جي ترين تائين، جھٽڪن جو ڪو سمنڊ آهي جنهن جون لهرون منهنجي جسم مان ٽپنديون زمين ۾ گھڙنديون ٿيون وڃن. ايترو هوش ئي نه هئو جو لئمپ ڦٽي ڪريان. ڏنم ته سڀ دوست چوڌاري گول ٿاهي بيٺا آهن. ڪي سئچ بند ڪرڻ لاءِ ڀڳا، پر سئچ اٽڪل اسي فوٽ ڪن پري هئو. مقبول پٺيءَ کي ڏنم، تمام پري هليو ويو، پوءِ ڪنهن فاسٽ بالر وانگر ڊوڙ پاتائين، تيز رفتار سان ڊوڙيو، ۽ اچي مون سان ٽڪريو. ٽڪر لڳڻ سان ئي لئمپ هڪ پاسي، مان ٻئي پاسي، ۽ مقبول ٽئين پاسي. منهنجي ساهه کڄڻ جو انداز اهو هئو، جو عام طرح ساهه کڻڻ سان ڇاتي جيتري ڦنڊبندي آهي ان کان ٻيڻي ٿي ڦنڊي، دل جي رفتار ٽيڻي. بچي ويس، پر ايترو ڪمزور جو هفتو ڪن هلي نه سگهان. ٻئي ڏينهن فرسٽ پروفيشنل جا امتحان هئا. (امتحانن جي دور ۾ به سنگت جو ڪم ۽ ڪچهريون نه ڇڏيون هيون) فيل ٿيس- پر مقبول اها سياٽپ نه ڪري ها، اهو خطرو نه ڪٽي ها. ته نه رهي ها بانس، نه وڄي ها بانسري، نه تنوير هجي ها، نه هيءُ مضمون لکي رهيو هجي ها (ان وقت تائين اڃا منهنجو پهريون مجموعو به نه ڇپيو هئو.) شايد مقبول پٺي هجي ها، جيڪو تنوير جي موت تي تعزيتي مضمون لکي رهيو هجي ها.

. درازن ۾ محفلن کي مچائڻ جي شروعات، سردار بهادرمحمد

بخش ڪوجهيءَ جي ڪوشش سان ٿي، پر عملي ڪم هادي بخش لاڙڪ ۽ مقبول پنّيءَ جو هئو. حيدرآباد مان اديب ۽ فنڪار، شاميانا وغيره درازن تائين پهچائڻ، محفل مچائڻ، انائونسمينٽ ڪرڻ مقبول جي ٻلي هوندا هئا. اِن وقت درازن ۾ نه ريسٽ هائوس هئو، نه آڊيٽوريم، نه بجلي، ۽ نه سرڪاري مدد. سردار بهادر محمد بخش، ۽ پوءِ فقير رحيم بخش هڙان خرچ ڪندا هئا، ته مقبول پنّي ۽ هادي بخش لاڙڪ وڙ ڪندا هئا.

ورهاڱي کان پوءِ سنڌي ادب ۾ وڏو خال پئجي ويو. ليکڪ ته هئا، پر پبلشر ۽ پڙهندڙ گهٽ. مقبول پنّيءَ همت ڪري "گلستان" کڏيو. ان کان پوءِ سنڌيءَ جا اهم ڪتاب "روح رهاڻ ۽ لطيفي سير" ٻيهر ڇپارايائين. ان کان سواءِ جڳ مشهور ڪتاب "الف ليليٰ" جديد نموني ۾ تصويرن سان ڇپايائين. منهنجو پهريون مجموعو "رڳون ٿيون رباب" تمام خوبصورت نموني ۾ شايع ڪيائين. ان وقت چيو هيائين ته "ايندڙ پنجويهن سالن تائين ههڙو خوبصورت ڪتاب نه ڇپبو". مقبول جي اها دعويٰ توڙي اڳڪٿي بلڪل صحيح ثابت ٿي.

سنڌي ڪتابن جي اٿاٿ ڏسي هن حيدرآباد جي اهم جڳهه تي "سنڌي ڪتاب گهر" قائم ڪيو. ان ڪتاب گهر ۾ هن ڪوشش ڪري سڀ نوان پراڻا، هند ۽ سنڌ جا ڪتاب رکيا. سنڌيءَ جو ڪوبه ڪتاب جي سنڌي ڪتاب گهر ۾ نه هوندو، ته سمجهبو هئو ته اهو ڪٿي به نه ملندو. اهو فقط ڪتاب گهر نه هئو پر اديبن جو مرڪز پڻ.هر آيو ويو اتي ضرورڪن پل لاءِ ترسندو هئو. ڊاڪٽر خليل، ڏيپلائي، مظفر حسين جوش، منظور نقوي، سرور علي سرور، غلام محمد گرامي، عبدالله خواب جو ته دڪان ئي مٿان هئو، عبدالقيوم صائب. نوجوانن ۾ شمشيرالحيدري نياز همايوني، ممتاز مرزا، مصطفيٰ قريشي. ڪو ٻاهر جو اديب دوست جي حيدرآباد ايندو، ته سنڌي ڪتاب گهر تي ضرور ايندو.

ڪتاب بہ ملي ويندس تہ اديب دوستن سان بہ عليڪ سليڪ ٿي ويندس.

سنڌي ادب ۾ خال ڪي پرڻ، ۽ سنڌي جي ماڻهن ۾ ورهاڱي کان پوءِ سنڌي ادب ڪي پڙهڻ جو شوق جاڳائڻ ۾ ٽہ ماهي مهراڻ (جيڪو ان وقت محمد ابراهيم جويي جي ادارت ۾ نڪرندو هئو) ۽ سنڌي ڪتاب گهر جو وڏو هٿ آهي.

مقبول پنهنجي سنڌ يونيورسٽي پريس جو مئنيجر ٿيو. سنڌيءَ ۾ بهترين مونوٽائيپ مشين هن قائم ڪئي. پرنٽر جي حيثيت ۾ هن سنڌي طباعت کي هڪ قدم اڳتي وڌايو. مقبول جي ڇاپيل ڪتابن مان هڪ هڪ ان فن جو شاهڪار آهي. سهڻائي صفائي، ستاائي ۽ بيهڪ، اهڙي جو اڄ بہ جديد آفيسٽ جي سهوليتن هوندي بہ اهڙا سهڻا ڪتاب نہ ٿا ڇپجن جهڙا مقبول پنهنجيءَ ڇاپيا.

پريس مئنيجريءَ دوران بہ اسان جي دوستي قائم رهي. تقريباً هر شام گڏ هوندا هئاسين. جڏهن امتحاني پيپر ڇپبا هئا، تہ مقبول کي اها رات پريس ۾ گذارڻي پوندي هئي. ٻئي ڏينهن جڏهن امتحان هال ۾ پيپر ورهائبو هئو، تڏهن کيس ٻاهر ڪيندا هئا. انهن ڏينهن ۾ مان ميڊيڪل جو شاگرد هيس. منهنجا تقريبا سڀ پيپر مقبول ڇپيا. پر کهڙو نہ سچائيءَ جو زمانو هيو. اسان ٻنهي کي اها ڳالهہ خواب خيال ۾ بہ نہ هئي، تہ ڪو چڪر هلائجي. نہ مون ان کي ممڪن ۽ صحيح سمجهيو تہ مقبول کي ان ڳالهہ لاءِ چوان، ۽ مان سمجهان ٿو تہ مقبول بہ ائين محسوس ڪيو هوندو. ڪڏهن پاس ڪڏهن فيل. پر دوستي ساڳي قائم، اها ڳالهہ ذهن ۾ ٿي نہ اچي، تہ ڪو بي ايماني ڪجي.

مقبول پنهنجيءَ جي لائبرري، ”حيات ادب لئبرري“ سندس گهر جي هيٺان هئي. هر اخبار موجود. هر ڪتاب مهيا. سنڌي، اردو، انگريزي. ٽنهي ٻولين ۾ بهترين ڪتاب. سنڌيءَ جو تہ وٽس

ناياب ذخيرو هيو. ورهاڱي کان اڳ ڇپيل ڪتابن جو هڪ وڏو ذخيرو. ورهاڱي کان اڳ ڇپيل اخبارن ۽ رسالن مان اڪثر اخبارن ۽ رسالن جا مڪمل فائيل. الائي ڇا ڇا ٿيو ان خزاني جو.

مقبول هڪ ماهر لائبريرين هئو. ان وقت اڃا لائبريري سائنس جا ڪلاس شروع نه ٿيا هئا. پر مقبول جي لائبريريءَ جي سٺا لاجواب هئي. ڪتابن، رسالن ۽ اخبارن جي فائيلن جي ترتيب اهڙي هئي جو جيڪا شيءِ گهر اها منٽ ۾ حاضر.

مقبول هڪ سٺو شاعر هئو. اها خبر ٿورن کي هوندي. هن ادبي سنگت ۾ ڪجهه شعر پڙهيا هئا. سندس تخلص "دانش" هيو. شعر سٺا، جذبات سان ڀريل، ۽ پختا هئا. هن هڪ ٻه افسانا به لکيا.

ريسرچ اسڪالر جي حيثيت ۾، مقبول پنهيءَ ڪافيءَ جي بادشاهه، مصري شاهه تي جيڪو ڪم ڪيو آهي، اهو يادگار آهي، اڃا تائين مصري شاهه تي ان کان بهتر ڪم ڪو ڪري نه سگهيو آهي. مصري شاهه جي ڪلام کي هٿ ڪرڻ ۾، مقبول پنهيءَ جيڪا محنت ڪئي، ۽ مصري شاهه جي سوانح کي جنهن طريقي سان هن محفوظ ڪيو آهي، اهو سنڌي ادب ۾ هڪ يادگار ڪارنامو آهي، جنهن کي اسان جا ادبي تاريخ نويس ۽ نقاد سدائين وساريندا آيا آهن.

مقبول پنهي، سنڌيءَ جي هڪ وساريل مگر اهم شاعر محمد موسيٰ راز جو پٽ هئو. جنهن جو حيدرآباد جي قلعي تي لکيل نظم سنڌي ادب جو شاهڪار آهي. سنڌيءَ جو نماڻو، سهاجهو ۽ استاد شاعر، عبدالله خواب سندس چاچو هئو. جيڪو جميعت الشعراءَ جي غزلگو شاعرن ۾ گهٽن کان اڳرو هئو پر پنهنجي نماڻائيءَ ۽ نهٺائيءَ ڪري اهو مرتبو ماڻي نه سگهيو جنهن جو هو مستحق هئو.

جڏهن مان خيرپور آيس ته مقبول سان ملڻ جا موقعا گهڻا

ويا. پڄاڻ تہ مقبول بيروزگاريءَ جي ڪري تڪليف ۾ آهي. پر پڪ اٿم تہ ان تڪليف جي دور ۾ بہ مقبول اهو ئي کلڻو ملڻو هوندو.

پوءِ هُن کي نئشنل بُڪ ڪائونسل ۾ نوڪري ملي. ان دوران ڪراچيءَ ۾ ساڻس آخري ملاقات ٿي. ساڳيو قرب ساڳيو پيار. پلاءَ قرب کي مفاصلو يا وقت گهٽائي سگهي ٿو.

مقبول پنّي هڪ گهڻ پاسائين شخصيت هئو. محب وطن، اهو بہ انتها پسند. عوام دوست، اڻ ٿڪ ۽ ايماندار سياسي ڪارڪن، ريسرچ اسڪالر، پرنٽر، پبلشر، بڪ سيلر، آرگنائيزر، ايڊيٽر، اناؤنسر، ڪمپيئر، شاعر، افسانہ نگار، ۽ سڀ کان وڌيڪ هڪ پُرخلوص، پيارو دوست. مقبول پنّيءَ جي شخصيت تي سوچيندي، شاهہ لطيف جي هڪ سٽ دل تي تري ٿي اچي.

جي ماسو مڙئي مال، تہ پوڄنارا پُر ٿئين،
مقبول کي ماسو نہ، پر سير مليو.

# رشيد ڀٽي

الائي مان ڳالهائي سگهان يا نه، الائي ڪيترو ڳالهائي سگهان. بهرحال، رشيد ۽ منهنجو ساٿُ، توهان سيني کي خبر آهي ١٩٥٣ع کان شروع ٿيو. ١٩٥٣ع کان ١٩٨٨ تائين وڏو عرصو آهي. چوٿائي صديءَ کان به وڌو، ۽ اسانجو ساٿُ ڪو رواجي ساٿ نه هو. ڏينهن جا ڏيهن،راتين جون راتيون گڏ رهياسون. مونکي پهريون ڏينهن ياد آهي، ٥٣ - ١٩٥٥ع ۾ اسان ٽي دوست هياسي پاڻ ۾ ٽئي هڪبئي کي ويجها. رباني، مرحوم حفيظ ۽ مان. انهيءَ زماني ۾ ون يونٽ ٺهڻ جا سانباها پئي ٿيا ۽ مان ان جي باري ۾ به نظم لکيا ها، سسئيءَ ۽ مارئي تي. اهي به نظم هڪڙي اخبار هوندي هئي "الوحيد" (جنهن کي پوء کهڙي بند ڪري ڇڏيو هو) ان ۾ ڇپيا ها. تنهن کانپوء هڪڙي ڏينهن رشيد ڀٽيءَ جو نظم انهيءَ اخبار ۾ پڙهيوسين، جيڪو اڄ هتي نياٽين پيش ڪيو ته:

"سنڌڙي رهي اسين نه رهياسين ته ڇا ٿيو!" ته انهيءَ نظم پڙهڻ سان ئي اسان ٽنهي دوستن سوچيو ته اِنهيءَ ماڻهوءَ سان ملڻ گهرجي، اهو جيڪو مڙس ماڻهو آ. ۽ ائين، مدرسي جي هاسٽل ۾ رشيد رهندو هو. وڃي هن جو درکڙڪايو سي. معصوم!، صفا معصوم!! جهڙو اڄ ڇايو هجي. اهڙيون معصوم اکيون مان عمر ۾ نه ڏٺيون. مان جو ڀٽيءَ جي اکين ۾ نهاريو ته ائينءَ لڳيون ته اهي ايتريون شفاف آهن جو منهنجون نظرون انهن مان پار لهي ويون ۽ هن جي دل تائين پهچي ويون. تنهن کانپوء هن جو قرب...

محبت... ۽ پيون جيڪي هن جون حاضر جوابيون ۽ ٺٺين بي تڪلفي. صبح جو هن سان ملياسين ۽ شام جو يارهين ٻارهين وڳي اٿي ن ٿي وياسين ڇو ته جڳن کان هڪٻئي جا دوست هاسين. هڪڙي ڏينهن ۾ اسانجي ايڏي دوستي ٿي وئي ۽ تنهن ڪانپوءِ هو جيڪو چوندا آهن ته "رتيءَ جي رهاڻ جيءَ اڙايم جت سين" ته اها رتيءَ جي رهاڻ هئي. پوءِ ان سفر ۾ اسان گڏ رهياسين. ساٿي ايندا ويا. مقبول پنّي مرحوم جنهن جو نالو ههڙن ميڙن ۾ نه کڻڻ وڏي نا انصافي آ. مقبول پنّي هو جنهن سنڌي ادبي سنگت جي پيهر تنظيم شروع ڪئي، اسان سان انهيءَ ساٿ ۾ ساڻ رهيو. هن جي "وطن" اخبار نڪرندي هئي، جنهن کي پوءِ ڪيو ويو. ون يونٽ نهڻ کان ٿورو اڳ ۾ ، هو ڪافي مخالفت ڪندو هو ون يونٽ جي. تنهن ڪانپوءِ ٻيا دوست ايندا ويا. حميد آيو، ناصر آيو، جمال رند آيو، سليم خواجو آيو ۽ پوءِ اٿينءَ اسانجو ميڙو مچندو ويو. ته رشيد پنّيءَ کي مان جيترو ويجهو ڏٺو ۽ جيترو هو وڏيڪ ويجهو ٿيندو ويو اوترو هن سان وڏيڪ پيار ٿيندو ويو، اوترو مونکي وڏيڪ وڻندو هو. ڪي ماڻهو جيترا ويجها ايندا آهن ته انهن جون ڪمزوريون ۽ خاميون به آڏو ايندڙيون آهن. پر خير فرشتو ته ڪونه هو پر تنهن هوندي به هن ۾ ڪا محبوبيت هئي. اها محبوبيت هڪڙي ته هُئي هن جو خلوص. ايترو خلوص! ايترو خلوص!! جو ڪوبه دوست جي هن جي در تي هلي ويندو هو ته هن جي وت آهر نه، پر وت کان وڌيڪ (پئسو ته ايترو ڪونه هوندو هوس) خدمت ڪندو هو. جڪڏهن ڪو دوست نه ايندو هو هن وٽ ته ڪاوڙجي ويندو هو ۽ گاريون ڏيندو هو. جيڪڏهن به تي ڏينهن پئجي ويندا ها مونکي ۽ مان سکر نه ايندو هوس ته فون ڪندو هو ته "تون ڇو نه ٿو اچين؟ مان اچان يا تون اَچ". ته ايڏو قرب هوندو هوس ۽

ٻي ڳالهه جيڪا مان توهان کي هن جي شخصيت جي خوبي ٻڌائي، اها هئي تہ اندر ۽ ٻاهر هڪجهڙو هو. هاڻي جيئن تہ ونيونٽ ٺهي ويو هو ١٩٥٦ع ۾ ۽ مارشل لا لڳي ١٩٥٨ع ۾. سياسي جلسن تي پابندي، سياسي جماعتون بند، اسيمبليون ختم. سنڌي ٻوليءَ تي اهڙو وقت اچي ويو جو شريف ڪميشن رپورٽ آئي ١٩٦٣ع ۾ تہ چوٿين درجي تائين سنڌي پڙهايو تنهن کانپوءِ اردو پڙهائڻ شروع ڪيو. هاڻي اسان ڇا ڪيئون؟ ڪيئن جدوجهد هلايون؟ ڪيئن وڙهئون؟! سياستدان جيڪي اسانجي سنڌ جا سڀ يا تہ ٻرن ۾ لڪي ويا يا تہ پرمٽن يا پلاٽن جي پويان پاڻ کي وڪڻي ڇڏيئون تہ رشيد ڀٽي هو يا اسان جا ٻيا سڄاڻ دوست ها، تہ اسان اهو طريقو شروع ڪيو تہ لطيف جو ڏينهن ٿا ملهايون، سنڌي شام ٿا ملهايون يا جشن روح رهاڻ ٿا ملهايون. تہ اها سڄي تحريڪ اسان ادبي پليٽ فارم تان هلائي سنڌ جي ماڻهن ۾ سجاڳي پيدا ڪئي.

ان وقت سنڌ ۾ پنج يا ڇهہ ڪاليج هئا ۽ انهن ۾ بہ سنڌي ڏاڍا گهٽ هوندا ها. تنهن کانپوءِ آهستي آهستي اها تحريڪ اڳتي وڌي. تہ بهرحال مون رشيد ۽ انجي محبوبيت جي باري ۾ پئي ڳالهايو تہ هڪڙي ڀيري مونکي ياد آ تہ رشيد اسان سيني دوستن سان اچي ڪاوڙيو، اسان ڪا حرڪت ڪئي هن سان ۽ مذاق بہ خطرناڪ حدتائين ڪئي سين. ڇهہ مهينا اسان هنکي منٿون ڪندا رهياسين. هتي گهرا اچئونس، ايلازمنٿون ڪيئونس. بابا هاڻي پرچي وڃ. پر اصل نہ! ڇهن مهينن کانپوءِ هڪڙي ڏينهن ڏسان ٿو تہ پاڻ منهنجي آفيس ۾ لنگهي آيو، مان ٻين ماڻهن کي ٻاهر ڪڍيو ۽ در ڏياريو. پاڻ مونکي ڀاڪر پائي ۽ ٽهڪ ڏيڻ شروع ڪيائين ۽ رشيد ڀٽيءَ جا ٽهڪ جن دوستن ٻڌا هوندا تہ انهن اهڙا ٽهڪ زندگيءَ ۾ نہ ٻڌا هوندا. ڪلندو هو

تہ دل سان. ائين ڪلندو هو ڇڻ تہ ڪو درياھ وهي پيو آ، ۽ هن جي ٽهڪن جو سلسلو هلندو هو تہ بس بند نہ ٿيندو هو. هڪڙو گيئڙ، پيو گيئڙ، ۽ پوءِ چوندا هاسين تہ پڻي هاڻي گيئڙن ۾ ٿو ڪلي. ۽ وري جيئن اسانجي دوست ناصر ٻڌايو تہ شل نہ ڪو دوست ناراض ٿئيس تہ پوءِ سڏڪندو، روئندو، عينڪ لاهي اکيون اگهندو ۽ پرچائيندو. هاڻي زيادتي بہ اسان جي ۽ پرچائيندو بہ وري اسان کي. تنهن ڪانپوءِ ٻئين ڳالھ رشيد پڻيءَ جي هئي. اصول پرستي. مرحوم حافظ عبدالحميد پڻي اسان ڏٺو. اسانکي سعادت حاصل آهي ان سان ٿورو گهڻو تعلق هجڻ جي. اصول پرست ماڻهو. سائين برڪت آزاد کي خبر هوندي تہ ڪٽو خلافتي، ڪٽو وهابي ۽ ڪٽو ڪانگريسي هو. اصول پرست ۽ مذهبي طرح سان بلڪل پڪو يعني اندر ٻاهر هڪڙي. ڪڏهن بہ منافقت نہ ڪيائين، چوندو ”مان هن ڳالھ ۾ يقين رکانٿو، هن ڳالھ ۾ يقين نہ ٿو رکان.“ هاڻي رشيد پڻي جو هن جي گهر ۾ پيدا ٿيو ۽ رشيد پڻيءَ کي ننڍي هوندي جڏهن ٿوري گهڻي ترقي پسنديءَ جي هوا لڳي تہ رشيد کي ويهاريائين. ٿيڙهيءَ جي مدرسي ۾. هاڻي سائين، ڪاڏي رشيد پڻي، ڪاڏي ٿيڙهيءَ جو مدرسو. سائين ڇا ٿيو جو رشيد ٿوري گهڻي بغاوت ڪئي. ڇو تہ رشيد پڻي ۾ بہ اندر هڪڙي ۽ ٻاهر ٻي يا منافقي ڪونہ هوندي هئي. پيءُ ۾ بہ ڪونہ هئي، پٽ ۾ بہ ڪونہ هئي، تہ پڻيءَ پنهنجا خيال پيءُ کي صاف چئي ڏنا تہ بابا مان انهن ڳالهين ۾ اعتبار ڪونہ ڪندو آهيان.هاڻي هو بہ سخت اصول پرست ۽ هي بہ سخت اصول پرست. ٻنهي ۾ ٽي پير ٽڪر. تہ انهيءَ ٽڪر ۾ ڇا ٿيو جو مولوي صاحب رشيد تي ڪاوڙجي پيو ۽ چيائين تہ تون گهر ڇڏي وڃ. رشيد پڻي سئنيمائن جي اشتهارن جا جيڪي گاڏا ٿيندا آهن اهي هلائي پنهنجو پيٽ گذر ڪندو هو. مونکي ياد آ تہ

ڪراچيءَ ۾ جڏهن رشيد پڙهڻ آيو ۵۵ - ۱۹۵۴ع ۾ ۽ جڏهن "تئين سنڌ" ۾ سب ايڊيٽر هو ته مولوي صاحب رشيد تي ڪاوڙجي پيو ۽ پئسا موڪلڻ بند ڪري ڇڏيائينس، رشيد پٽيءَ جا اهي افسانا "هڪ روپئي نوٽ" ۽ ٻيا انهيءَ دور جي ياد آهن. ته اتي اخبارن ۾ ڊبل شفٽ ۾ ڪم ڪري پر ڪڏهن به پيءُ آڏو پيش نه پيو ته بابا تنهنجا خيال مان هاڻي قبول ٿو ڪيان ۽ نه مولوي صاحب ٿي چيس ته بابا تون ٺيڪ آن. پر پيار ٻنهي ۾ هو. ٻنهي ۾ نظرياتي اختلاف، اصولي اختلاف ۽ ذهني اختلاف به هو پر وري ٻنهي پيءُ پٽ جو پيار جيڪو اسان ڏٺو ان جا به عجيب ڪرشما ته پٽ پيءُ ڪانسواءِ پريشان ۽ پيءُ پٽ ڪانسواءِ وائڙو ۽ ويچارو. ۽ پوءِ وري ٻنهي جو ملڻ ۽ ٻنهي جو ناهه ٿئي...! ته رشيد بغاوت پنهنجي گهر کان شروع ڪئي. تنهن کان پوءِ هو بهترين ليکڪ. پر ليکڪ جيڪو چوندا آهن Entertainer يا وندرائيندڙ نه پر هن جو ادب اصول پرستيءَ سان هو، هن جو ادب ڪنهن نه ڪنهن افاديت وارو هو.

تنهن ڪانپوءِ سياسي ڪارڪن جي حيثيت ۾ اٿئر. مان هن کي ايڏو بهادر ڏٺو. جڏهن هنکي ۱۹۷۱ع ۾ گرفتار ڪيو ويو ته مونکي نياپو پهتو ته هن کي ۱۰۳ بخار ٿي ويو آهي، هن جي شگر وڌي وئي آهي، هنکي پرهيز جو کاڌو نٿو ملي ۽ جيل ۾ دوائون نٿيون ملنس، هتي ويچاري کي سول اسپتال سکر ۾ کڻي آيا. اتي مان چوريءَ رات جو وڃي مليو مانس. ظاهري طرح ته ملڻ ڪونه ڏيندا ها. مونکي خبر آ ڊاڪٽر جي حيثيت ۾ ته بلڊ ۾ شگر وڌي وڃي ۽ ۱۰۳ بجار هجي ۽ پرهيز جو کاڌو نه ملي ۽ دوائون نه ملن ته مريض جي ڇا حالت هوندي آ. مان سمجهو ته هو مايوس هوندو، پريشان هوندو، پر اتي مان پريشان ۽ مايوس هجان پر هو مونکي پيو سمجهائي ته "يار ڊجبو آ ڇا، يار پو ڪجبو آ ڇا، اهي

تڪليفون تہ ايندڙيون ويندڙيون آهن، تون خيال نہ ڪر، مان ٺيڪ آهيان.“ يعني مونکي پيو آٿت ڏي. جڏهن ١٩٦٥ع جي جنگ ۾ هنکي جيل ۾ وڌائون ۽ جيل ۾ مان ۽ اياز هن سان ملڻ ويس تہ هنکي مان هميشہ اڳي کان اڳرو ڏٺو. ڊاڪٽر جي حيثيت ۾ مان هن جو دوست بہ هيس تہ جڏهن بہ ڪا ڳُتي تڪليف ٿيندي هيس تہ مونکي فون ڪندو هو. هڪڙي دفعي آيس، تڏهن هن جي پير جي آڱوٺي ۾ انفيڪشن ٿي پيو هو. انهيءَ وقت هن سان اها حالت تہ ١٠٧ بخار تنهن ڪانپوءِ شگر وڌي ويئي. تہ انهيءَ ڏينهن جڏهن مان هن سان مليس تہ مان ائين محسوس ڪير تہ عزرائيل جو پاڇو هن جي مٿان آهي. مون هنکي چيو تہ ڪراچيءَ وڃ. ڪراچيءِ وڃي آڱوٺو ڪٽايائين پَيرَ جو، مونکي آيو ۽ چيائين ”ڏس عزرائيل کي آڱوٺو ڏئي آيس سو بہ پير جو“ تہ ايڏو بهادر هو. مان امرجليل کي ساڻ ڪري هن سان ملڻ آيس، هن جي وفات کان هفتو کن اڳ ۾، تڏهن حالت اها هئي جو هن جي دل صفا ڪم ڪرڻ کان جواب ڏئي وئي هئي ۽ ہ قدم بہ پنڌ نہ ڪري سگهندو هو، هڪڙي جاءِ تي ويٺو هوندو هو. مان ۽ جليل جڏهن اندر آياسي هن جي ڪمري ۾ تہ انهيءَ وقت بہ هن کو ڪتاب ترجمو پئي ڪيو. انهيءَ حالت ۾ بہ هن چاهيو پئي تہ زندگيءَ جي هڪڙي هڪڙي گهڙي مان سجائي ڪيان. منهنجي خيال ۾ رشيد ڀٽي هڪڙو ماڊل هئڻ گهرجي سنڌي اديب جي لاءِ تہ ڪيئن پنهنجي ضمير کي قائم رکي ۽ ڪيئن مرڻ گهڙيءَ تائين پنهنجي قوم کي ڏي، ڪنٽريبيوٽ ڪري. هن کي قوم ڇا ڏنو؟ جيل، مصيبتون، تڪليفون. پر رشيد پڇاڙيءَ تائين قوم کي ڏيندو رهيو. مون سنڌ جي هڪ وڏي آرٽسٽ کي چيو تہ ”تون ڪم ڇو نہ ٿو ڪرين؟ ڪجهہ پينٽنگون وغيره ٺاهہ“. چيائين ”سنڌ اسانکي ڇا ڏيندي.“ تہ اهو نہ سوچيو تہ سنڌ اسانکي ڇا

ڏيندي، پر رشيد وانگر اهو سوچيو تہ اسان سنڌ کي ڇا ڏنو آ.مونکي افسوس آ تہ اڄ جو نوجوان جڏهن يونيورسٽيءَ مان نڪري ٿو تہ چوي ٿو: ”مونکي سترهين گريڊ جي نوڪري کپي، سائين مونکي ڪسٽم ۾ نوڪري وٺائي ڏيو، سائين مونکي پوليس ۾ صوبيداري وٺرائي ڏيو.“ ائينءَ نہ تہ بابا اوهان پنهنجيءَ وانگر ۵۵ سالن جي عمر تائين سنڌ کي ڏيندا رهو، جڏهن توهان هڪ دفعو ائين ڪيو تہ توهان جي ايندڙ نسل کي سنڌ ڏيندي. توهان کي نہ ڏيندي. اهو دور اسانجي حياتيءَ ۾ نہ ايندو جو سنڌ ڪجهہ ڏئي سگهڻ جهڙي ٿي سگهي، ها البتہ جيڪڏهن هڪڙي اسانجي نسل پنهنجي سڄي زندگي وقف ڪئي تہ پوءِ ممڪن آ تہ سنڌ اسانجي ايندڙ نسل کي ڏي. تنهن ڪري وقت نہ وڃايو. رشيد پنهنجيءَ ڪان سبق سکو. رشيد کي سياسي ڪارڪن بہ هڪڙو ماڊل سمجهن. جيئن تہ اسان انهيءَ چڪر ۾ ١٩٥٣ع کان پياسين تہ اهو زمانو اهڙو هو جو ”سنڌڙي تنهنجو نانءُ وٺو ڪاريهر تي پير پيو“ وادي مهراڻ سڏيندا ها سنڌ کي. ”حيدرآباد سنڌ“ لکڻ تي بہ اعتراض ڪندا هئا تہ ”حيدرآباد سنڌ“ نہ لکو، حيدرآباد رکو لکو يا ”حيدرآباد پاڪ“. سنڌ ٿا لکو تہ پليت ٿي پوندو. تہ انهيءَ عرصي ۾ مختلف دوست هوندا ها، مختلف خيال هوندا ها. اسانجا ليفٽيسٽ دوست جن سان اسانجا ويجها رستا بہ ها پر سنڌ جي مسئلي تي ڪجهہ گڙ بڙ ٿي ڪيائون، ڪو ٺهراءُ پاس ڪيئون تہ مخالفت ڪن تہ ”هاري مزدور ڪا چڪر چل جائي گا، لساني ڪشمڪش ٿي ويندي، هنئين ٿي ويندو هونءَ ٿي ويندو.“ تہ رشيد انهن کي صاف، سڌو ءِ ڪليل لفظن ۾ چوندو هو ”توهان چمچا آهيو، توهان بدمعاش آهيو، توهان منافق آهيو.“ بہ ماڻهو هوندا ها سڄي سنڌ ۾ هڪڙو رشيد پنهنجي ءِ ٻيو ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، جيڪي انهيءَ مسئلي تي هڪڙو اصول ٺاهي

وينا تہ جيڪو سنڌ جو دشمن آ اهو ترقي پسند ٿي نٿو سگهي. ۽ پيو وري هي جيڪي اسانجا رجعت پسند مُلان فتوائون ڏيندا ها تہ رشيد انهن کي بہ چٽي ڏيندو هو ڪُلر ڪلا. اسان هن کي چوندا ها سون تہ بابا ڪجهہ خيال ڪر آخر رهڻو آ اسانکي انهن سان، پلا گاريون تہ نہ ڏين. جيڪي چوڻو آ اهو لڪائي چئو يا رومال ۾ ويڙهي هڻُ. پر پاڻ چوندو هو ڳالهہ ڪبي سڌي سنئين، نہ تہ ٿورڙي سڌرندا هي." اصل لکڻ ۾ بہ ائينءَ. جيڪو لکيائين "سنڌي ادب ۾ مارشل لاءِ" يا "جديد سنڌي لغات " تہ: "دُڪو دماغ، پاءُ ٻُچان برابر سردار علي شاهہ." اڙي بابا ائينءَ تہ نہ لک. شاٽي وري ڇا ٿيو آ تہ انهيءَ سردار علي شاهہ جي اخبار "مهراڻ" ئي اهي لفظ هڪڙي خبر ۾ لکيا آهن. جيڪا اخبار اسانکي روز گاريون ڏينديي هئي. تہ ائينءَ هوندر هو تہ ڪڏهن بہ رک رکاءُ نہ ڪيائين پيو وري هن جي طبيعت جو عجيب رجحان اوهان کي ٻڌايان. هي فوٽا ڇپيا آهن "المينار" ۾ رشيد جا تہ هاٽي هڪڙي فوٽو ۾ ڏسو تہ ڏاڙهي مڇون پٽي ڇٽ، ٻي فوٽو ۾ ڏاڙهي ڇٽ مڇون اٿس، ۽ ٽئين فوٽو ۾ ڏاڙهي بہ اٿس، مڇون بہ اٿس تہ اهي هن جا رنگ هوندا ها. چئونس تہ اڙي بابا ائينءَ ڇو ٿو ڪرين. چوندو تہ، اهو دشمن تي داغ آ جو ڏاڙهي رکيون ٿو گهمان. هتانجو لنگهندو آهيان ٿاور وٺان ۽ هنيئن جو هٿ لاهيندو آهيان ڏاڙهيءَ کي تہ فلاٽا فلاٽا سڙندا آهن.

مارشل لا لڳندي هئي تہ وري ڏنڊي ڪٽندر هو. اڙي بابا هيءَ ڏنڊي ڇوڪنٽي اٿئي. چوندو "هي دشمن تي داغ آ، هر ميجر پيجر ڪٽڻ تا باقي اسان نہ ڪٽئون! اسان هنن کان گهٽ آهيون ڇا؟" تہ (ها هئي شخصيت رشيد ڀٽيءَ جي. تہ مان اوهان کي ٻڌايو تہ مان رشيد ڀٽيءَ کي عزرائيل سان Face to face (منهان منهن) ڏٺو. پر عزرائيل کي بہ جيڪو آڱوٺو ڏئي رهي، اهو ڪيڏو نہ

بهادر هوندو.

منهنجي خيال ۾ اڄ جيڪي ڳالهيون ٿيون آهن، تہ ڳالهہ ڪرڻ چڱائيءَ جي، اهو بہ هڪڙو عمل آ. اسان جا ڪجهہ دوست ان خيال جا آهن تہ هتي ويهڻ سان ڪجهہ بہ ڪونہ ٿو ٿئي. تہ ڳالهہ ڪرڻ ڪنهن جون چڱايون ڳالهائڻ، انهن کي ڳائڻ ۾ انهن کي پڌڻ اهو سچو ثواب جو ڪم آ. مونکي ياد آ تہ هڪڙي پيري علامہ آءِ. آءِ قاضي پنهنجي تقرير پئي ڪئي انهيءَ وقت بانگ آئي تہ يونيورسٽيءَ جا ڪجهہ پروفيسر نماز لاءِ اٿيا، اجان اوستائين پهتائي نہ تہ علامہ چيو:"Look at those fools, they are going for prayer, as if this is not prayer.?'

(انهن بي وقوفن ڏانهن ڏسو، هو عبادت ڪرڻ ٿا وڃن. جڻ هيءَ عبادت ڪونهي.) تہ، رشيد ڀٽي تي ڳالهائڻ، يا رشيد ڀٽيءَ جي باري ۾ ڳالهائڻ ۽ ٻڌڻ عبادت آهي. منهنجي نوجوانن کي اها گذارش آهي تہ هو رشيد ڀٽيءَ جي زندگيءَ مان اهو سبق سکن تہ اسان سنڌ کي ڇا ڏنو آ، اهو نہ تہ اسانکي سنڌ ڇا ڏيئي. هڪڙو نسل اوهانجو اها قرباني ڏئي تہ توهان جي سنڌ ايندڙ صدين تائين محفوظ ٿي ويندي، ڪوبہ ڪالاباغ ڊئم نہ ٺاهيندو، ڪي بہ بهاري نہ ايندا، رڳو هڪڙو نسل توهانجو قرباني ڏئي. مان توهانکي پڪ ٿو ڏيان ۽ اها منهنجي ڳالهہ لکي ڇڏيو ۽ جيڪڏهن هن تي اعتبار نہ اچيو تہ ڪري ڏيکاريو.

توهان جي وڏي مهرباني!

(رشيد ڀٽيءَ جي پهرينءَ ورسيءَ تي ڪيل تقرير)

# نسيم احمد کرل

شڪل شبيھہ، قد بت ۽ بيھڪ ۾ جھڙو ملھ، اصل شير مير بحر جو جڻ ٽو لڳي، رڳو ڏکڻ شھرن جي ڪسر آهي. عادتن، اطوارن ۽ طور طريقن ۾ سنڌ جو وڏيرو. ڪير ڏسندس، تہ پيو سڀ ڪجھہ سمجھندس، پر اديب يا ڪھاڻيڪار ڏي ڪنھنجو بہ گمان نہ ويندو. شڪل شبيھہ ۽ قد بت جي ڪري هوند پار هن کان ڏجي پڇي وڃن، پر جي ڪو پار هڪ دفعو ويجھو آيس، تہ پيار سان اهڙو هيرائي وجھندس، جو وتندو: "چاچانسيم، چاچانسيم ڪندو."

کائڻ جو بہ مڙس ماڻھو تہ کارائڻ جو بہ مڙس ماڻھو. ڪھڙي بہ دعوت هوندي تہ ڊونگو اڳہ سيري، پنھنجي پليٽ ۾ خالي ڪندو ۽ جي دعوت ڪندو، تہ اهڙي جو کائڻ وارا ڏينھن تائين پيا سندس لذيذ ۽ نفيس کاڌي کي ياد ڪندا ۽ چسڪا وٺندا، پر ڪندو دعوت چني چماهيءَ.

نسيم ۽ نفاست اهو ڪوڙو لڳڻ تہ نہ کپي، مان پاڻ حيران ٿيس، جڏهن ڏٺم تہ ٿلهي قد بت وارو نسيم، هر معاملي ۾ ايڏو نفاست پسند آهي، جو عجب ويتو وڃي. سندس هڪ هڪ شي چونڊ هوندي. چا فرنيچر، چا ڪپڙا، چا ڪراڪري، چانھہ پيئندو تہ ڪنھن سھڻي ۽ نفيس ڪوپ ۾ نہ تہ چانھہ نہ وٺندس. جي ڪتاب وٺندو تہ اهڙي ريت رکندو، جڻ پڙهيو ئي ڪونہ اٿس. مجال آهي جو ڪتاب تي داغ ٿئي، يا ڪتاب کي ڪتاب ڪو ڇھو

ٿئي. مان پاڻ ڪي بہ ان معاملي ۾ گهٽ سمجهندو آهيان، پر هي يار مون کان بہ ٽپي ويو. شايد انڪري جو زمينداريءَ ۾ واندڪائي گهٽ اٿس.

ڪهاڻيون لکندو آهي، اهو گمان نہ، پر پڪ ٿيائجو. پهريائين مان بہ نسيم کي ڇوڪري سمجهندو هوس، پر ائين نہ سمجهو تہ ڪو سندس ڪهاڻيون پڙهي، پين اديبن وانگر ساڻس رومانوي لکپڙه شروع ڪيم. پائيندو هوس تہ ڇوڪري آهي پلي لکي. پلي ڇوڪرين ۾ اهو چاهہ پيدا ٿئي.

جڏهن "روح رهاڻ" ۾ هن جو "ادبي ٽوڪون" پڙهيم، هر اديب تي طنز نہ، پر اجائي طنز هئي، ويتر جو پڙهيم تہ، "ٽوڪي ڪهڙي اديبہ وٺي؟" ۽ مون ڏنڊڙا ڪڍي چيو، "فلاڻي." تہ ياهہ وٺي ويم. اهڙو هلڪڙو ليڪ، وڌيڪ ڪاوڙ حميد تي آئي، جنهن اهو مضمون ڇپيو هو.

ان کان اڳ منهن جي دلبر دوست رباني ۽ ساڻ ادبي ڏي وٺ ٿي هيس. ادبي ڏي وٺ چڱي ڳالهہ آهي، پر هن بہ ڳالهہ کي ڪجهہ ڪسائي ۽ سان ڪيو تہ رباني ۽ بہ ان کي دليئون ورتو، ٻئي هڪ ٻئي جي خلاف ٿي ويا. اها چڱي ڳالهہ نہ هئي. اجان تائين ٻئي ڪجهہ پاسيرا آهن، سال گذريا، پر ڳالهہ آئي وئي نہ ٿي. اوچتو سچل جي ميلي تي ١٩٦٣ع ۾ هادي بخش لاڙڪ هن سان ملايو. ڏٺم تہ ڇهہ فٽو جانٺو جوان. سوچيم: "مارا هنکي ڇوڪري پئي سمجهيم." چيائين، "ڏاڍي ڪم ۾ آهيون، وري ملئون ٿا." پوءِ جو ڳم ٿيو تہ وري نظر نہ آيو. لاڙڪ مرڪي چيو: ڪم "ڪار ڪوبہ ڪونہ ڪندو آهي، هيءُ رڳو رعب رکندو آهي." ٿيو بہ ائين، ادبي ڪانفرنس جو، سچو ڪم لاڙڪ ۽ پين دوستن پئي ڪيو، ۽ نسيم ڪانفرنس شروع ٿيڻ وقت نهي نڪي ائين اچي وينو، جيئن تہ سمورو ڪم ڪار پاڻ ڪيو هجائين.

ڪراچيءَ ۾ پيرحسام الدين راشديءَ وٽ ويٺو هوس. ادبي ڳالهه ٻولهه ڪندي، پيرحسام الدين صاحب نسيم جي ڪنهن ڪهاڻيءَ جي تعريف ڪئي، چيائين: پيرصاحب تاريخ نويس، شايد ڪهاڻيءَ جي پوري خبر نه اٿس، پر جڏهن خيرپور ۾ ادبي سنگت جون ڪچهريون متيون ۽ اتي نسيم پنهنجي ڪهاڻي "ڪافر" پڙهي ته ٽيڪا نڪري ويو. پيرصاحب جي افسانه شناسي ۽ نسيم جي افسانه نويسي هڪ وقت پنهي جو قائل ٿي ويس. ان ڪان پوءِ نسيم ڪهاڻيون آڻيندو ويو. هونءَ مهينن جا مهينا گم، دگ پنڌ تي مليو ته خوش خير عافيت ڪبي، چئبو، "ڏاڍي ڪم ۾ آهيون." پر جي اوچتو فون جي گهنٽي وڳي، ۽ هن پاسي نسيم ڳالهايو، ته پڪ سمجهندس ته ڪهاڻي لکي اٿائين. هر دفعي ائين ٿيو آهي. پوءِ هو ڪهاڻيءَ سوڏو جيپ ڪاهي، ايندو سڌو مون وٽ. چانهه به پيئندو، پر سڻي چانهه، ۽ نفيس ڪوپ ۾. هڪ وقت ۾ ڪوپ ۽ ڪهاڻي ٻه ٻڌائيندو. هڪ ٻئي پنيان چڱيءَ وقت جي وٿيءَ سان ڪي ئي ڪهاڻيون لکيائين.

سندس اباڻو ڳوٺ ڪڇي ۾ آهي، جتي نئين تهذيب يافته سوسائٽيءَ جو پاڇو ئي ڪونهي، جتي جي ٻولي نج، ماڻهو نج، ڪير مڪڻ نج، اتي هن ٻوليءَ ۽ ڪردارن جو وڏو پنڌار هٿ ڪيو آهي. وڏيرا، صوبيدار، اوڏ، چور، اهي سندس ڪهاڻين جا ڪردار آهن.

انهن ڪردارن جي واتان ٻولي ۽ مڪالما اهڙا ته حقيقي ۽ جنسي ٿو چورائي، جو اڃ تائين سواءِ جمال ابڙي، رباني يا عبدالقادر جوڻيجي جي، ڪنهن به اهڙي فنڪاريءَ سان نه پيش ڪيا آهن.

تازي مجموعي ۾ "پهرين مراد" هن جي چوٽ جي ڪهاڻي آهي. چوراڻا اصطلاح، چوراڻيون رويتون، ريتون رسمون ۽ سندن پنهنجا

Ethics. اها خبر سنڌ جي عام ماڻهوءَ کي خير ڪا هوندي ته اهي مهاندا پنهنجي ليکي پنهنجا قدر (Values) ٿا رکن ۽ انهن کان ڦري وڃڻ هنن ۾ نامناسب آهي ۽ بداخلاقي ٿي ليکي وڃي.

ڪي ڪهاڻيون، جديد سوسائٽيءَ جي پوري ۽ مصنوعي ماحول تي پڻ لکيون اٿائين. انهن ۾ وڏن ماڻهن جي مصنوعي حياتي، ۽ سندن اخلاقي پستيءَ جو سهڻو نقشو چٽيو اٿائين. نسيم هڪ پاسي پهراڙيءَ جي سماج جي اونهاين تي وڃيو پهچي ته ٻئي پاسي وري ڪاموري شاهي (Beaurocracy) جي اندر ۾ ليئو پائي. ٻئي سماج هڪ ٻئي کان پري، پر تڏهن به ٻنهي جي ٺهڪندڙ تصوير چٽڻ ۾ هيءُ ڪمال ڪيو ڇڏي.

شايد وڌيري ڪلاس جو هيءُ پهريون ليکڪ آهي، جيڪو پنهنجي ڪلاس جي خامين ۽ ڪمزورين کان شعوري طور ۽ پوريءَ ريت واقف آهي، ۽ ان کي پنهنجي ڪهاڻين ۾ کُلي طرح پيش ڪيو اٿائين.

# عابده پروين

سنڌي موسيقي، هر موسيقيءَ وانگر، لوڪ گيتن سان شروع ٿي. لوڪ گيتن جي موسيقي، سادي ۽ سنئين سڌي آهي. ان ۾ ڪوبہ تصنع يا ڪوبہ سينگار ڪونہ آهي. اها غارُ جي دور جي انسان جي تصوير وانگر آهي جنهن ۾ رڳو خاڪا آهن، ۽ تفصيل آهي ئي ڪونہ. سنڌي موسيقيءَ ۾، اجاتائين لوڪ گيتن جون ڪي مصراعون ڳايون ٿيون وڃن، جن ۾ رڳو ٻہ، ٽي، يا چار سُر لڳن ٿا.

انهن بنيادن تي، سنڌي موسيقيءَ جي تعمير ٿي، ۽ ارتقا ڪندي اڄ موجوده صورت ورتائين. هندوپاڪ جي ڪلاسيڪي موسيقيءَ جي برعڪس، سنڌي موسيقيءَ کي مذهبي ادارن، ۽ حڪومتن جي سرپرستي حاصل نہ رهي. درٻاري موسيقار، سنڌ جي تاريخ ۾ ذري گهٽ اڻ لڀ آهن. هندوپاڪ جي ڪلاسيڪي موسيقيءَ کي اُيرڻ لاءِ درٻارن ۽ مندرن جو سهارو مليو، انڪري ان جي ارتقا گهڻو ڪري وڏن شهرن ۾ ٿي. سنڌي موسيقي، درٻارن، مذهبي ادارن، ۽ وڏن شهرن کان پري، ٻهراڙين ۾ نپجندي رهي، انڪري اها ٻهراڙيءَ جي ماحول وانگر خالص، سادي، غير متڪلف، ۽ سٻاجهي رهي. سنڌي موسيقي، پنهنجي فطرت ۾ سادي، ۽ پنهنجي آهنگ ۾ سهڻي آهي.

ان کان پوءِ وقت آيو، جو سنڌ جي عظيم صوفي شاعرن، موسيقيءَ کي خدا ۽ انسان جي وچ ۾ وسيلو سمجهيو، ۽ جهوڪ،

بلڙي، پٽ شاهہ، درازا، ۽ روهڙيءَ ۽ ٻين مرڪزن تي صوفياڻيءَ موسيقيءَ جا مڪتبہء فڪر شروع ٿيا، جن جو انداز گهڻو ڪري رندي ۽ ڪورس جو هو.

انهن سڀني مرڪزن تي، عورت شجر ممنوع هئي، سماجي ۽ مذهبي ماحول جي سببان، عورت کي اسانجيءَ مردانين محفلن کان ٻاهر رکيو ويندو هو. تنهن هوندي بہ عورتون، موسيقيءَ جي اُڃ، شادين ۽ ٻين ڪاڄن تي ڳيچ ۽ سهرا ڳائي اجهائينديون رهيون. اهڙن محفلن ۾ مردن کي اچڻ جي منع هئي.

اسانجي موسيقيءَ جي ارتقا جي شروعاتي دور ۾، مرد ۽ عورتون جون بہ پورو چوٽ (Parallel) پٽڙيون هيون، جن جو ملڻ ناممڪن پئي لڳو. صوفياڻين محفل ۾ بہ عورت کي شامل نہ ڪيو ويو، جيتوڻيڪ صوفي، وڏيڪ ڪليل دل جا هئا، ۽ قدامت پرستن جي تنقيد جو نشانو پڻ.

سچل سرمست وٽ، سنڌيءَ جي رندانہ موسيقيءَ جي چوٽ تي. اها موسيقي، عرفان ۽ وجداني ڪيفيت جو والهانہ اظهار هئي. سنڌي ڪافيءَ جي شروعات تي، ۽ ان ۾ پڻ سادگي برقرار رکي ويئي.

ساڳين ليڪن تي هلندي هلندي، سنڌي موسيقي يڪسانيت جو شڪار ٿيندي ويئي، ۽ ضروري ٿي پيو، تہ انِ ۾ نئون روح ڦوڪجي، جيئن اها بدلجندڙ سماج سان ساٿ ڏيئي سگهي، انهن ماڻهن جي لاءِ پسند جي شي ٿي سگهي، جن ڪلاسيڪي موسيقيءَ جو رچاءُ ٻڌو هو.

اهو سيڪجهہ تڏهن ٿيو، جڏهن ڪلاسيڪي گواليياري گائڪي جو هڪڙو خاندان لڏي سنڌ ۾ آيو. شادي خان، گواليار اسڪول جو مشهور گويو، سنہ ١٨٣٠ع ۾ خيرپور ۾ اچي سڪونت پذير ٿيو.

سندس پوٽيرمان، مراد علي خان ۽ ٻيبو خان ٿيا؛ جن ڪلاسيڪي موسيقيءَ سان گڏ هن سرزمين تي مروج موسيقيءَ جو بہ اڀياس ڪيو ۽ ان جو اثر قبول ڪيو. هنن ڪافيءَ کي هڪ مختلف ۽ نئين انداز ۾ ڳائڻ شروع ڪيو. سچل سرمست جي دور کان وٺي، ڪافيءَ جي گائڪيءَ هڪ ڪري ٿي رهي. استائيءَ کان پوءِ، هر انترو ساڳئي انداز ۾ ڳايو ويندو هو. هنن پن ماهر ڳائڻن هڪ نئون تجربو ڪيو. ۽ ڪافيءَ جي گائڪيءَ ۾ ڪلاسيڪي موسيقيءَ جو امتزاج ڪيائون. ان تجربي سان، سنڌي ڪافيءَ جي گائڪيءَ ۾ وڌيڪ وسعت آئي ۽ رچاءُ پيدا ٿيو.

استاد الهڏني نوناريءَ، استاد عاشق علي خان کان ڪلاسيڪي موسيقيءَ جي سکيا حاصل ڪئي، ۽ پوءِ، شاگرد ۽ استاد ڪلاسيڪي رنگ ۾ سنڌي ڪافي ڳائڻ لڳا.

گائڪيءَ جو هيءُ انداز، تڏهن عروج تي پهتو، جڏهن استاد منظور علي خان اُن کي اختيار ڪيو. هن نہ فقط ان انداز کي قائم رکيو، پر ڪيترائي نوان تجربا ڪري، ان ۾ وڌيڪ ندرت ۽ نکار پيدا ڪيائين، ۽ ڳوٺ ڳوٺ ۾ ڳائي، ان کي عوام ۾ مقبول ڪيائين، ۽ ان جون پاڙون پختيون ڪيائين.

اهو پس منظر هو، جنهن مان عابده پروين اڀري. جڏهن هن اکيون کوليون تہ نہ فقط هيءَ ڪلاسيڪي ڪافي رنگ جي امتزاج واري موسيقي فضائن ۾ هئي، پر پنڪت ڪنور جي ڀڳتي انداز، ماسٽر چندر جي ان وقت جي "پاپ ميوزڪ"، هلڪا ٺورڙي نيم ڪلاسيڪي فلمي گانا، ۽ اردو غزل جو خاص ۽ منفرد انداز فضا ۾ گونجي رهيا هئا.

هن کي سريلو ۽ سونهري آواز، قدرتي ذات طور مليو. ۽ موسيقيءَ جو ماحول، گهر ۾ ئي موجود هيس. سندس والد ماسٽر

غلام حيدر موسيقيءَ جو اسڪول هلائيندو هو، ۽ سندس والده، مائي ممتاز بيگم هڪ سٺي فنڪار هئي. عابده پروين، لاڙڪاڻي ۾ سنه ١٩٥٦ع ۾ ڄائي. خيرپور، مٺياري، ۽ سکر مان لڏيندي، آخر حيدرآباد ۾ مستقل رهائش اختيار ڪيائين.

هن کي والدين جي طرفان، ننڍي هوندي کان ئي موسيقيءَ جي سٺي تعليم ملي.

١٩٧٣ع کان هن حيدرآباد ريڊيو تان ڳائڻ شروع ڪيو، ۽ ميدان ماري ورتائين. سندس پهريون مقبول نغمو هو مولانا عبدالغفور همايونيءَ جو هيءُ ڪلام:

تنهنجي زلف جي بند ڪمند وڌا،

زندان هزارين مان نہ رکو.

هن کان اڳ، اهو ڪلام، سنڌيءَ جي ذري گهٽ هر ڳائڻي ڳايو هو، پر عابده جو انداز نرالو هو. ٻڌندڙ دم بخود ٿي ويندا هئا. هن ان ڪلام کي وڌيڪ خوبصورت بنايو. ان ۾ ڪلاسيڪي انداز جي ملاوٽ ڪيائين. اهي مصرعا، جيڪي هن کان اڳ سڌا سنوان ڳايا ويندا هئا، انهن ۾ ميندين ۽ مرڪين جو ميلاپ ڪري، انهن ۾ ڪشش پيدا ڪيائين. آلاپ جي ڪري، ان ڪلام ۾ نکار ۽ وسعت پيدا ٿي وئي. ان ڪري ان ساڳي ڪلام جو تاثر ئي ٻيو ٿي ويو.

هوءَ ساڳي انداز ۾ ڳائيندي رهي، ۽ هڪ ٻي مقبول عام ڪافي ڳايائين. اها هئي صاحب ڏني جي ڪافي:

من گهرئي مشتاق سان،

جيئري جدايون ڪيم ڪر.

هن انهن تجربن کي جاري رکندي شاهہ لطيف، سچل سرمست، خواجہ غلام فريد، بلها شاهہ ۽ ٻين جا ڪلامَ ڳايا ۽ ڏينهون ڏينهن مقبوليت حاصل ڪندي رهي.

هن سنڌي ۽ سرائڪيءَ جي گهڻن ۽ مشهور شاعرن کي ڳايو آهي. هن انهن ڪلاسيڪي شاعرن کي بہ ڳايو آهي، جن جي ڪلام تي ڪنهن بہ مشهور ڳائڻي جي نظر نہ پئي آهي. جيئن خليفو نبي بخش قاسم.

سندس ڪلام جي چونڊ عاليشان آهي. هن جي نظر ۾ ڪلام ۾ شاعرانيون خوبيون هجڻ گهرجن، معنيٰ خيز ۽ اونهو هجي. هلڪو ۽ بازاري نہ هجي. ڳائڻ وقت، هوءَ هر لفظ ۾ جان وجهڻ جي ڪوشش ڪندي آهي ۽ ادائگيءَ وقت، ان لفظ جي مفهوم کي موسيقيءَ ۾ ادا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي آهي. هوءَ شاعري جي جذبن کي سُرن جي رنگ ۾ آڻيندي آهي. هوءَ اڪيلي ڳائڻي آهي، جنهن لطيف، سچل، بلهي شاهہ، فريد، نبي بخش قاسم، خيرمحمد هيسباڻي، شاهہ نصير سانگي، ڀيڏڙي فقير، ۽ ٻين گهڻن ئي ڪلاسيڪي شاعرن کي ڳايو آهي.

هوءَ اُچارن جي چٽي ۽ صحيح هجڻ تي تمام گهڻو ڌيان ڏيندي آهي. ورلي ڪو اهڙو فنڪار هوندو، جنهن جا اُچار چٽا ۽ صيح هوندا.

هن جي شادي، موسيقيءَ جي مشهور ماهر شيخ غلام حسين سان ٿي.شيخ غلام حسين جي ساٿ، سندس فن کي وڌيڪ جلابخشي ۽ ان ۾ رچاءُ آندو.

عابده پروين سنڌي غزل ۾ نئون روح ڦوڪيو آهي. هن سنڌي غزل کي سينگاري ۽ سنواري، انکي لطافت ۽ نزاڪت بخشي آهي. هوءَ جديد توڙي ڪلاسيڪي شاعري، ساڳيءَ آسانيءَ سان ڳائي ٿي سگهي. هوءَ سنڌي روايتي سازن ، توڙي ڪمپوز ٿيل موسيقيءَ تي ساڳيءَ ئي مهارت سان ڳائي سگهندي آهي.

هن گيت ڳائڻ تي طبع آزمائي آهي، پر منهنجي راءِ ۾ سندس انداز ۽ آواز گيت ۽ هلڪيءَ موسيقيءَ لاءِ نہ آهن.

تمام ٽورن ماڻهن کي خبر آهي، ته هوءَ بهترين انداز ۾ ٺمري به ڳائيندي آهي، پر اهو فقط محدود محفلن ۾.
استاد منظور علي خان کان پوءِ، هوءَ بهترين فنڪار آهي، جيڪا ڳائڻ دوران اهڙي ته وڻندڙ انداز ۾ سرگم ڪندي آهي، ۽ اهڙا ته خوبصورت پلٽا هڻندي آهي، جو ٻڌندڙ داد ڏيڻ تي مجبور ٿي ويندا آهن.
راڳي، سورٺ، ۽ پيرويءَ ڳائڻ وقت، پيچيده ڪلاسيڪي گائڪيءَ سان هوءَ سادن سپاجهن لوڪ موسيقيءَ جي انگن کي اهڙيءَ ته مهارت سان ملائيندي آهي، جو موسيقيءَ جا ٻه مختلف انداز هڪ ٿي تاڃي پيٽي ۾ خوبصورتيءَ سان اُڻيل لڳندا آهن.
ڪڏهن ڪڏهن هوءَ اسٽيج تي تجربا ڪندي آهي، جيڪا ڳالهه خطرناڪ آهي. ڪڏهن ڪڏهن، عوام جي فرمائش تي، هوءَ اهڙا ڪلام به ڳائيندي آهي، جيڪي شاعرانه معيار جا نه هوندا آهن. پر اڄڪلهه هن ايئن ڪرڻ ڇڏي ڏنو آهي.
عابده پروين جي مقبوليت جو راز آهي مسلسل تخليقي عمل. مون هن کي، هڪ هڪ ڪلام تي هفتا محنت ڪندي ڏٺو آهي. ان کي هوءَ مختلف طريقن سان ڳائيندي. ان جي هڪ هڪ باريڪ تفصيل کي ڌار ڌار انداز ۾ ڳائي ڏسندي، انهن مان هر مختلف انداز تي غور ڪندي. مشورو ڪندي ۽ جڏهن ڪو انگ پوريءَ ريت ڪپي ويو ته ان کي اختيار ڪندي. اها ڳالهه هر ڪلام جي ڌن (سر) ميند، مرڪيءَ ۽ آلاپ سان لاڳو آهي.
تازو، هن منهنجي آڌو مفتون هايونيءَ، ۽ صاحب ڏني جا ڪلام ڳايا، جيڪي پندرهن سال اڳ ڳايا هيائين. پر هن دفعي ڳالهه ئي ٻي هئي. انهن ڪلامن ۾ هن ايتريون ته ندرتون آنديون آهن، جو انهن ۾ وڏيڪ پختگي ۽ رچاءُ اچي ويو آهي. منهنجي خيال ۾ هڪ عظيم فنڪار لاءِ هر بلندي ڪنهن ٻيءَ بلنديءَ تي پهچڻ

لاءِ ڏاڍو آهي. اها سخت محنت، ۽ اها تخليقي قوت عابده پروين کي اڄا به بلندين تي پهچائيندي.

هوءَ تنقيد جو نه فقط مرڪندي آدرياءُ ڪندي آهي، پر ان جي روشنيءَ ۾ پنهنجي فن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش پڻ ڪندي آهي.

عام فنڪارن وٽ اها ڳالهه آهي ئي ڪونه. پر اها ڳالهه پڻ فن جي بلندين تائين پهچڻ لاءِ ضروري آهي.

عابده پروين موسيقيءَ جي اونهاين ۾ وينديءَ آهي. سندس فن، نقاشيءَ وانگر ٻه- پاسائون (Two Dimensional) نه آهي، پر سنگتراشيءَ وانگر ٽه- پاسائون(Three dimensioal)آهي. مصوريءَ ۾ رڳو هڪ زاويو ئي نظر ايندو آهي، پر سنگتراشيءَ جي فن جي خوبصورتي، هر زاويي کان ماڻي سگهجي ٿي. عابده، سنگتراشيءَ وانگر، سرن جا مختلف پهلو ڏيکاريندي آهي.

پيروي، جنهنکي ڳائڻ تمام آسان آهي، اها عابده پروين وٽ اچي صفا مختلف ٿيو وڃي. هوءَ، ان راڳ کي هر مختلف زاويي کان ڇيڙيندي آهي ۽ ان جي رنگن جا ڊار ڊار شيڊ (Shade) ڏيکاريندي آهي . مٿان کان هيٺ، هڪ پاسي کان ٻئي پاسي، ۽ مٿاڇري کان عميق اونهاين ۾.

عابده پروين جي فن کي ڏسندي ٻه شعر دل تي تريو اچن، انهن مان هڪ ورڊس ورٿ جو آهي:

> Blit he new comer, I have heard
> I hear thee and rejoice
> O Cuckoo shall I call thee bird,
> Or but a wandering Voice.

ٻيو شعر شاهه لطيف جو آهي:

> رُڃن ۾ رڙ ٿي، ته ڪر ڪوول جي ڪوڪ،
> ولوڙو ۽ وُوڪ ايءُ تان آهي عشق جو.

# ڏاڏو شاهه

۱۹٦۳ع ۾ خيرپور پهچڻ سان ٻن شين جي مشهوري ٻڌم، هتان جون اصيل ڪارڪون، ۽ ٻيو ڏاڏو شاهه. ڪارڪن ۾ ميناج ضرورت کان وڌيڪ هو پر ڏاڏي شاهه ۾ ميناج ۽ ڪڙاڻ جو توازن هو. ڪي چوندا هئا تہ ڏاڏو مٺو آهي جهڙو ماکي، ۽ ڪي چوندا هئا تہ تُوهہ جهڙو ڪڙو آهي. ٻنهي پاسي انتها (Extreme) پر توازن ٻنهي جو هڪ جهڙو هو. مان منهجي پيس تہ هيءَ متنازع شخصيت آخر هوندي ڪهڙي طرح. جنهن ڪي جو چاهي، تہ هزار دلين سان ۽ جي ڪو ڌڪاري تہ بہ هزار دلين سان. "ڏاڏو دلبر دوست آهي." "ڏاڏو ارڏو آهي." "ڏاڏو مڙس ماڻهو آهي." "ڏاڏو اڙٻنگ آهي." "ڏاڏو دل جو درياهہ آهي." "ڏاڏو ظالم آهي." اهي هئا ماڻهن جا رمارڪ. سوچيم تہ اِن همراه سان ملجي پر ايڏو سستو (Cheap) بہ نہ ٿيڻ گهريم جو ساميءَ تي وڃان.

قائم علي شاهہ سان ڪاليج جي زماني کان واقفيت هئي، ان جي ذريعي ملاقات ٿي، ڪنهن مريض جي علاج ۾، جاويد سئنيما جي ٻاهران. ايڏو تہ قرب وارو پاڪر پاتائين، جو ٻيءَ گهڙيءَ نہ هو اجنبي، نہ مان اجنبي - ٺهڪ - سي بہ وڏا ۽ بي ساختہ. جڻ دل مان نڪتا هجنس، انهن سان آجيان ڪيائين.

پوءِ ڏاڏي جي ڪا محفل نہ هئي، جتي مان نہ ڏيس. راڳ جو نہ فقط شوقين، پر ماهر، مون کي بہ راڳ سان ٿورو گهڻو شوق. جي ڪنهن راڳ جو ذڪر نڪرندو تہ ٽيبل کي طبلو ڪري،

ان راڳ کي آلاپيندو. پوءِ تانون هڻندو- پلٽا هڻندو- سرگم کندو- تان جو بلمپت کان درت تائين وڃي پهچندو. آواز ساٿ ڏئي يا نه- کنگهي، نڙي صاف ڪري، وري ڪوشش کندو. فن جو چاهيندڙ هو. آسڪروائلڊ چيو آهي ته "جنهن تي موسيقي اثر نه ٿي ڪري ان جي انسان هجڻ ۾ مون کي شڪ آهي." جي ان چوڻيءَ تي اعتبار ڪجي ته ڏاڏو نه فقط انسان پر سپر انسان هو.

ڏاڏي جو پيار به انتها تي هو، ته نفرت به انتها تي. ڪاوڙيو ته ماءُ پيڻ کان شروع ڪندو ۽ پرچندو ته بابا، سائين، لالا، مٺا سان مخاطب ٿيندو. سيني دوستن سان ڪڏهن نه ڪڏهن، ڪٿي نه ڪٿي ڪاوڙيو پر مون کي سندس ڪاوڙ ياد نه آهي.

سندس خاص لفظ هو "يهودي". جنهن کي يهودي چيائين، سمجهو ته سندس ساهه ۾ سمايل آهي. وفات کان ٿورا ڏينهن اڳ مليو. شوڪت جماڻي ان عرصي ڏاڏي کان ڪجهه پري پري هو، نياپو موڪليائينس ته "ان يهوديءَ کي چئو ته منهن ته ڏيکاري." شوڪت جو يهوديءَ جو لفظ ٻڌو ته ڪاوڙ ٿي ڪافور ٿي ويس.

مڙس ڏيا وارو هو، سنگت ۾ سر به حاضر، ۽ جي ٻگڙيو، ته پنهنجي چوائيءَ ان جا لاهه ڪڍي ڇڏيندو. ڪرڙو ٿيو، هر ڪو ڪائنس ڪوءِ ڪائيندو، چو ته منهن تي چوڻ کان ڪڏهن به نه ڪتائيندو هو.

هڪ ڀيري، هڪ ڊپٽي ڪمشنر کي ڀري ڪورٽ ۾ "تنهنجي ماءُ" "تنهنجي پيڻ." چوندي پيپر ويٽ وهائي ڪڍيائين.

مٿس ڏکيا وقت آيا. خونن جا ڪيس ٿيا. آفيسرن جا دڙڪا مليا. پر ڏاڏو اهوئي ڏاڍو. نه ڪڏهن ٿهڪ ڏيڻ کان وانجهو ٿيو، نه ئي سندس ڏيا، رعب تاب ۾ فرق آيو. ساڳيا لاٽون ساڳيا چڳهه.

دنيا بدلجي وڃي پر ڏاڏو نہ بدلجي. پئسي جو اصل دشمن. چار ڏوڪڙ هٿ ۾ ٿيا، تہ سنگت کي سڏيو، فونيون ٿينديون، ماٺيو پچندا، نياپا ويندا. اوري پري جا دوست يار گڏ ٿيندا. بوتلون اينديون ڪڪڙيون روسٽ ٿينديون، ڪونہ ڪو گويو يا فنڪار هوندو. راڳ ٿيندو ۽ ڏاڏو سڄي رات نہ ٿڪبو. ڪڏهن ڪڏهن فنڪار بدران دوستن کي ڏاڏي جو راڳ بہ ٻڌڻو پوندو هو.

ماٺيو "شاهہ خرچ" ٿيندا آهن پر ڏاڏو "شهنشاهہ خرچ" هو. ان ڪري سدائين قرض ۾ ورتل. ڪنهن کي قرض ڏيندو هو تہ موٽائي نہ وٺندو هو. ان ئي اصول تي جي ڏاڏو پاڻ ڪنهن کان قرض وٺندو هو تہ موٽائڻ مناسب نہ سمجهندو هو. اهڙوئي هڪ شخص مونوٽ آيو تہ مان کيس سفارش ڪيان تہ ڏاڏو سندس قرض موٽائي. ڏاڏي وڏو ٺهڪ ڏيئي چيو، "لالا، ٻئي ڪنهن کي (گار) قرض موٽايو اٿم جو هي دل ۾ ٿو ڪري."

ڏاڏي جي رڳ رڳ ۾ راڳ هو. ان باري ۾ سندس فني باريڪين جي چاڻ سنڌ جي تمام ٿورن ماڻهن وٽ هوندي. ان ڪري هو راڳ جي معاملي ۾ بدذوقي هرگز برداشت نہ ڪندو هو. سنڌ جا تورڙي ورهاڱي کان اڳ هند جا مشهور ۽ مکيہ ڳائڻا سندس آڏو ڳائي چڪا هئا. ڏاڏي جي ان ذوق جي انتها جي خبر هيٺين ڳالهہ مان پوندي.

ڏاڏي ڪنهن خوشيءَ جي موقعي تي راڳ جي دستوري محفل ڪئي ۽ ان ۾ چند باذوق دوستن کي سڏيو. هڪ ڳائڻي ڏاڏي جي معيار تي پوري هئي، پر ٻڌندڙن ۾ ايڏو ذوق نہ هو جو هو فني باريڪين کي سمجهي سگهن ۽ کيس داد ڏين. اِن ڪانپوءِ ٻي ڳائڻي آئي جيڪا ڏاڏي جي لاءِ قطعي طور گهٽ درجي جي هئي پر عام پسند جي هئي. محفل جي حاضرين مان ڪن ان کي

وڏيڪ دادا ڏنو. ان تي ڏاڏو باهہ ٿي ويو ۽ انهن کي محفل مان اٿاري ڇڏيائين. چيائين، ”فلاڻا فلاڻي جا پٽ، توهان کي ڪهڙي خبر راڳ جي.“

ڏاڏي جي هڪ سئنيما بہ آهي. هن انگريزي فلم هلائڻ شروع ڪئي تہ اسان کي فون تي دعوت ڏئي سڏائيندو هو تہ ”فرسٽ ڪلاس فلم اٿو. مارننگ شو تي ضرور اچجو.“ پوءِ دوست وٽي پهچندا، قرب سان باڪس ۾ ويهاريندو. گهران بجليءَ جو پکو موڪليندو. ٿڌيون بوتلون موڪليندو ۽ فلم پوري ٿيڻ تي پاڻ ايندو ۽ راءِ پڇندو.

اسان اگر ۾ ٿي صلاح ڪري ڏاڏي کي چوندا سين، ”ڏاڏا ردي فلم هئي تو اسان جو اجايو ٽائيم خراب ڪيو.“ پو تہ ڏاڏي جي حالت ڏسڻ وٽان هوندي هئي. چئي: ”سڏيون بہ، بوتلون بہ پياريون، پوءِ بہ فلم ردي هئي، مفت جي هئي نہ. جي پئسا پري ڏسو ها، تہ سئي لڳيوَ ها.“

هڪ دفعي مون وٽ آيو تہ مون پارس کي (جيڪا ان وقت ڇئن پنجن سالن جي هئي) سمجهائي ڇڏيو، جيئن ڏاڏو اسان وٽ آيو تہ پارس چوڻ شروع ڪيو، ”چاچي جي سئنيما ڪني.“ ان تي ڏاڏي وڏا ٽهڪ ڏنا ۽ چيائين، ”چو نہ بابا، مفت جي سئنيما جو اٿو.“

فلم سان بہ ڏاڏي جو ڏاڍو لڳاءُ هو. فلم ايڪٽر زيبا، محمد علي، نورجهان الائي پيا ڪهڙا. ڏاڏو ساڻن ياري ضرور رکي. مانيون کارائين، گهمائين ڦيرائين. سندن ذاتي ڪم ڪري. هو بہ موٽ ۾ ڏاڏي کي اوترو ئي قرب ڏيندا هئا.

فلم ٺاهڻ جو شوق بہ ٿيس (مومل راڻو پئي ٺاهيائين). مون کي حڪم ٿيو تہ گانا لکان.

ميوزڪ ڊئريڪٽر سڏائي، رات جو محفل مچائي، ڏن

هارمونيم تي وڄائي چوندو هو، تہ لک ۽ ان ماحول ۾ منهنجي قلم بہ وهي ويو. گانا پورا ٿيا، رڪارڊ ٿيا. ڇي، هاڻي اسٽوري ۽ ڊائلاگ لک. مان سستي ڪرڻ لڳس، اوچتون فون ايندي، ڏاڏي جي طبيعت ڏاڍي خراب آهي، اچي ڏسي وڃينس، ۽ ٽڪــڙو ٽڪڙو پهچندس، تہ ڏاڏو ٿهڪ ڏئي ملندو. ڪمري جو در بند ڪري، ڪاغذ قلم ڏئي چوندو: "اسٽوري لک" ۽ ائين شايد هفتي ڀن ۾ سڄو ڪم پورو ڪرايائين. پوءِ آيا ڊئريڪٽر، هڪڙو، ٻيو، ٽيون. هوٽلن ۾ ڪمرا رزرو، خدمتون چاڪريون، ڪم ڪجهہ بہ نہ. ڏاڏي ان فلم تي ايترو تہ خرچ ڪيو جو ٽي فلمون تہ واهہ جون ٿهي وڃن ها. هر ڊئريڪٽر اچي اسٽوري پڙهي، ائڊوانس وٺي، سيٽن لاءِ هدايتون ڏئي گم ٿي ويندو هو، وري ڏاڏو ٻئي ڊئريڪٽر جي تاڙ ۾.

فون ايندي: "فلاڻي تاريخ لاهور ۾ پهرين سيٽ تي شوٽنگ ٿيندي، تنهنجي هوائي جهاز ۾ سيٽ رکائي اٿم، تو ڪانسواءِ سيٽ تي نہ ويهبو. ضرور هلجانءِ." ۽ مان سامان ٻڌي وينو آهيان. ڏاڏو گم. هڪ دفعو. ٻيو دفعو. ٽيون دفعو. آخر مان بہ سمجهي ويس. ڏاڏو پروگرام ڏيندو هو تہ ان ڏينهن مان ڪونہ ڪو ٻيو پروگرام رکي ڇڏيندو هوس. ڏاڏي کي مومل راڻي جو ايڏو خفت هو، جو هر آئي وئي کي شروع کان جو اسٽوري ٻڌائڻ شروع ڪندو هو تہ آخر تائين ٻڌائي ويندو هو. اها بہ ائڪشن سان: هاڻي راڻو اُتي ٿو، مومل جي آڏو ٻيهي ٿو ۽ چوي ٿو "مومل." پوءِ مومل فلاڻو گانو چوي ٿي، پوءِ ٽيبل تي طبلو وڄائيندو سر سان شروع ٿي ويندو. "جيءَ کي ڏنئي جهوري." ڏاڏي شاهہ کي مومل راڻي جي اسٽوري، ڊائلاگن ۽ گانن سميت برزبان ياد ٿي وئي هئي.

مومل راڻي جي سلسلي ۾ ڏاڏي ائڪٽر بہ پرتي ڪيا هئا. اهو هڪ وڏو قصو آهي تہ هن هوٽل ۾ چار پنج ڪمرا رزرو ڪرايا.

ڊئريڪٽر، پاڻ ۾ مان انٽرويو وٺڻ وارا هئاسي، رڳو انٽرويو وٺڻ تي خرچ ان سستائيءَ جي زماني ۾ پندرهن ويهه هزار آيو. آخر ۾ هيرو هيروئن، جيڪي چونديا ويا. تن جي شادي نه مومل راڻي جي ڪلاسيڪي ڪهاڻي ۾ ممڪن هئي، نه ئي وري فلم اسڪرين تي، پر حقيقت ۾ انهيءَ ”مومل“ ۽ انهيءَ ”راڻي“ شادي ڪري ڇڏي ۽ فلم ۾ ڪم ڪرڻ کان انڪار ڪيائون.

ڏاڏو ايترو ته فرئنڪ هو جو لکيءَ ته تو سگهان. هر اها ڳالهه، جيڪا اسان توهان رڳو پنهنجي زال يا رازدان دوست سان ڪيون، سا پري ڪچهريءَ ۾ چئي ڏيندو هو. پنهنجي هجي يا پرائي، ڪهڙو نازڪ مسئلو هجي، يا پنهنجي ڪنهن تازي عشق جو.

مون سان ته راز سليندو هو، اهي جيڪي سندس ان فرئنڪ ڪچهريءَ کان به اونهان هئا. آخر تائين حسن پرست هو. گوڏا ڪم ڪرڻ کان جواب ڏئي بيٺا، ته به همراهه جي دل جوان هئي. وجع مفاصل Rheumatisim سندس گوڏن تي به حملو ڪيو، پر سندس دل ۽ دماغ جو وار به ونگو ڪري نه سگهي. ڏاڏو سدا بهار، سدا جوان، شخصيت هو.

ڪي چون ٿا ته ڏاڏو، قائم علي شاهه جي ڪري ئي نهيو. اها اسان کي خبر آهي ته ڏاڏي جو سياست سان پري جو واسطو به نه هو. اليڪشنون وڙهيائين، جيل مان به اليڪشن کٽيائين. سياست ۾ به آيو پر ”سياسي جانور“ نه هو. سڌو سنئون انسان هو. قائم علي شاهه وزير ٿيو ته به اهو ڏاڏو ۽ جي قائم علي شاهه لٽو ته به ڏاڏي شاهه جا ساڳيا رنگ ساڳيا روپ.

چيائون ڪراچيءَ اسپتال داخل آهي Serious آهي. سوچيم ٻئي هفتي ڪراچيءَ وڃان ٿو، ملي ايندو مانس، مهلت ئي نه ڏنائين. هتي موٽي آيو بنا ساهه جي، بنا حياتيءَ جي. ماڻهو گڏ ٿيا. غريب، نادار، وڏا ماڻهو ٿورا. سي به مصلحتاً. پرويز ۽ جاويد

اوچنگارون ڏئي رنا. مون بہ سڏڪا روڪي ڪين چيو، "مڙس جا پٽ آهيو، مڙس ٿيو."

اجان بہ لڳي ٿو تہ ڏاڏو، وارن بنا مٿي، سنهين ڪتريل مڇن، پريل منهن، سنهڙن چپن ۽ موهيندڙ مرڪ سان مون ڏي نهاري چوي ٿو:

"يهودي ڪاتي آهين، ملين ٿي ڪونہ ٿو."
پلا، پڌايو تہ مان ساٽس ڪيئن ملان!

# مائٹ لعل

١٩٦٣ع جي آخر ۾ خيرپور اچي وَسايم، هتي ڪي ادبي دوست ئي نہ مليا. حيدرآباد جهڙي ادبي مرڪز مان لڏي اچڻ ڪان پوءِ هتي جڻ سڄ پئي نظر آئي. غياث جوڻيجو ممتاز ڪاليج ۾ ليڪچرار ٿي آيو. ڪڏهن ڪڏهن مون وٽ ايندو هئو تہ ڪجھہ ادبي اڄ لهندي هئي، نہ تہ سکر وجي شيخ اياز، رشيد ڀٽيءَ ۽ فتاح ملڪ سان ڪچهري ڪري، ادبي اڄ جو بلو ڪبو هئو.

هڪ ڏينهن غياث مون وٽ هڪ سپاجهڙي، ڳهنڊي وارن ۽ ڊگهي وريل نڪ واري نوجوان کي وٺي آيو، ۽ واقفيت ڪرايائين، "هيءُ آهي مائٽ لعل محمد". ڳالهہ ٻولهہ ٿي. منڙو لهجو . وسيع ۽ ڪليل دماغ آزاد خيال. ادب جو سٺو اڀياس، جديد ادب جو شوقين. جڻ جنهن ساٿيءَ لاءِ خيرپور ۾ ٻاڙيو وينو هيس اهو ملي ويو. غياث کي چيم، "ڪمال آهي. هيترا ڏينهن تو ههڙي دلبر ماڻهوءَ کي مون سان نہ ملايو. هاڻي اها تنهنجي ڊيوٽي آهي. تہ هن کي روز مون وٽ وٺي اچين."

غياث اها ڊيوٽي پوري ڪئي الائي نہ، پر لعل سان ملڻ روزانو معمول ٿي ويو. هو پاٽ جي جوڻيجن مان هئو، جن سان اسانجي "انين پيڙهي اٺ جي ماڪوڙو ماسات" واري لِڇ لڳي. انڪري ٻئي هڪ ٻئي کي "مائٽ" ڪري چوندا هياسين.

ان وقت جي خيرپور اچا "رياستي" ماحول جي اثر هيٺ هئي.

ماٺهو سرڪار جي مخالف ڪي ائين عجب مان ڏسندا هئا جڻ ڪو پولار مان ماٺهو آيو هجي. سياست ۽ جديد ادب منع ٿيل ميوو هئا. پر مائٽ لعل هر معاملي ۾ مون سان گڏ. ادبي سنگت جي تنظيم هجي، اياز جي ڪتاب تان بندش لاهڻ لاءِ مهم هجي. جشن روح رهاڻ هجي، يا سچل سرمست جي ورسي. هر معاملي ۾ مون سان گڏ. بلڪ مون کان به اڳتي. سيني ادبي دوستن جو لاڏلو ٿي پيو.

رشيد ڀٽي، رباني، فتاح، اياز، امداد، نياز همايوني، حميد سنڌي، الطاف سڀ دوست وٽن "مائٽ لعل" "مائٽ لعل" ڪندا. هيءُ به سيني کي وٽي "مائٽ" "مائٽ" ڪندو. تان جو الياس عشقي به جڏهن وجوس ته پڇندو "مائٽ ڪهان هي."

روزانو صبح جو مونوٽ ايندو. منهنجي ٽيبل پرسان رکيل آرام ڪرسيءَ تي ويهندو. ڳالهيون ٻولهيون به هلنديون ته مان مريض به ڏسندو ويندس. وزٽ تي وچٽو پوندو ته ڪيس به ٽانگي تي وهاري وٺي ويندس. ايتري جدائي به نه سهي سگهبي. اها ڪچهري اڌ رات تائين هلندي.

خيرپور ۾ هادي بخش لاڙڪ، مائٽ لعل، ۽ باقر شاهه نه ملن ها، ته مان ڇتو ٿي پوان ها.

۽ اهڙيءَ طرح، لعل اسانجي گهر جو ڀاتي ٿي ويو. قمر سان شادي ٿي. ڀاڀي امير، شاهد، ۽ ارشد (لعل جا پٽ) جيڪي ان وقت ٻار هئا، جڻ اسانجي ڪٽنب ۾ شامل ٿي ويا. اسانکي اجا ٻار نه ڄائو هئو، انڪري ننڍڙن ٻارن جي سڪ لعل جي ٻارن مان لهندي هئي. ۽ لعل ۽ مان سڄو ڏينهن، ويندي اڌرات تائين گڏ هوندا هئاسين. ادب، سياست، ون يونٽ ٽوڙ تحريڪ، جيئي سنڌ تحريڪ، ادبي سنگت، بزم صوفيائي سنڌ؛ سيني معاملن ۾ گڏ.

ماڻٽ لعل جي ڪري ئي، پاپيءَ امير جي پاڙن سان تعلق ٿيو. جيڪو اڄ تائين قائم آهي. شوڪت جماڻي، اڄ تائين چڻ اسانجي گهر جو ڀاتي آهي. سندس پاڻ، نصير، مظهر ۽ لياقت، سندس پيڻ نسيم، سڀ چڻ پنهنجا آهن. لعل جا پنهنجا پاڻ، باز محمد، نظر محمد ۽ تاج محمد ڏاڍا پيارا آهن.

ماڻٽ لعل نہ فقط سچو سنڌ دوست هئو. پر هڪ پرخلوص ۽ خاموش ڪارڪن پڻ. سندس خدمتون اڻ ڇاتيون ۽ اڻ ڳاتيون رهجي ويون آهن جو هن کي شهرت جي شوق کان وڌيڪ سنڌ سان محبت هئي.

هن جي طبيعت ۾ ڏاڍي Sharpness هئي. اهڙو حاضر جواب هئو جو هر ماڻهوءَ کي لاجواب ڪري ڇڏيندو هئو. کلندو ۽ کلائيندو هئو. هڪ دفعي هڪ اردوءَ جي صحافيءَ ٻڌاڪ هڻئي تہ ”ٻہ دفعا پير پاڳاري ڪار موڪلي تہ مون وٽان ٿي وڃ. مون ٻئي دفعا موٽائي ڇڏي.“ ان تي لعل محمد ڀانهون ٻڌي چيس تہ ”منهنجو هڪڙو ڪم آهي. اهو تہ ڪرائي ڏي.“

ان صحافي ڏاڍيءَ وڏائيءَ مان چيو تہ ”ڇئو ڪهڙو ڪم آهي.“ ”مونکي فنانس منسٽري وٺي ڏي.“ لعل محمد سنجيدگيءَ مان چيو ۽ ان تي ويٺلن وڏا ٽهڪ ڏنا، ۽ ٻڌاڪي صحافي چپ ٿي ويو.

لعل جي اها کلمک فطرت سڄي عمر قائم رهي. گهڻو عرصو بيرزگار رهيو. عمر جي آخري حصي ۾ موتمار بيماريءَ جو شڪار ٿيو. پر کلڻ ۽ کلائڻ جي پنجر نہ ڇڏيائين.

هن پنهنجي زندگيءَ ۾ ذاتي معاملن کي هميشہ اڻ گنڀير Non Serious ڪري ورتو، ۽ انهن کي کلي لنوائي ڇڏيندو هئو. بيروزگاري هجي، موتمار بيماري هجي، خانداني جهڳڙا هجن. انهن سڀني معاملن ۾ هو ڪڏهن بہ سنجيدہ نہ ٿيو. پر جي ڪوبہ

قومي معاملو هوندو، سنڌ ۾ ان جي ماڻهن تي ڪا مصيبت آئي، تہ مائٽ لعل جي ننڊ ڦٽي پوندي. مونکي ياد آهي تہ اهڙن وقتن تي هن راتين جون راتيون اوجاڳو ڪڍيو.

خيرپور ۾ جنهن بئنڪ ۾ ملازم هئو، اها ڪُٽي پيئي. پاڻ بي روزگار ٿي ويو. برطانيہ ويو تہ اتان ڪا اڪائونٽنسي ۾ ڊگري وٺي اچي. اتي حالتون بہ ناسازگار رهيون، ۽ پاڻ بہ اڻ گنڀير هئو، (جيئن سندس خطن مان ظاهر آهي). انڪري اٿين ئي، بنا ڊگري وٺڻ جي موٽي آيو. برطانيہ ۾ سمورو وقت افراتفريءَ ۾ گذاريائين. اتي بہ ڪيس سنڌ جو ڏاڍو اونو هئو. (جيئن سندس خطن مان ظاهر آهي.) برطانيہ ۾ رهندڙ سنڌين ۾، لعل پهريون هيو، جنهن جيئي سنڌ تحريڪ کي برطانيہ ۾ شروع ڪيو. برطانيہ ۾ سندس وقت تنگدستيءَ ۾ گذريو. هٿ جو سخي هئو. شاهہ خرچ. دوستن يارن تورڙي تحريڪ تي سڀ ڪجهہ لُٽائي ڇڏيائين. سڄي عمر سواءِ محبت جي ڪجهہ موڙي نہ ڪمايائين. قرض ڇڏي ويو. سندس سالي، شوڪت جماڻيءَ سندس اولاد جي پرگهور لڌي، جيڪو هاڻي اچي پاڻ پرو ٿيو آهي.

ڪتابن سان عشق هيس. ڪو نئون ڪتاب بازار ۾ آيو ناهي، لعل خريد ڪيو ناهي. سنڌي هجي. اردو هجي، تورڙي انگريزي. ۽ ڪتاب پڙهي بہ جلدي وٺندو. راتين جون راتيون جاڳندو ، پر ڪتاب پڙهي پورو ڪندو. نہ تہ اڻ تڻ ۾ پوندس. ڪتاب نہ رڳو پڙهندو هئو پر"هضم" بہ ڪندو هئو. سڄي عمر ڪتابن ۾ پڙهيل ڳالهين کي ياد رکيائين ۽ ڪنهن بہ وقت، کهڙي بہ ڪتاب تي بحث ڪري سگهندو هئو. اهڙو تيز ۽ ديرپا حافظو مون تورن ماڻهن ۾ ڏٺو.

ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ سانڍيندو ڪونہ. زوريءَ هِن هُن، تو مون کي ڏيندو تہ پڙهي ڏسو. ڏنائين تہ پوءِ موٽي مليس تہ واهہ نہ

تہ گھرندو بہ نہ.

برطانيہ کان موٽي آيو. وري بي روزگاري. خوشامد يا منٿ ميڙ ڪرڻ وارو هيءُ ڪونہ هئو. خودداري منجهس حد درجي جي هئي. وٽس پيار، محبت ۽ ذهن کان سواءِ ٻيو ڪا وٿ ڪونہ هئي. پھريائين ٺيڪا ڪنيائين. ان ۾ ٺيڪيدارن واريون ”اٽڪلون“ ڪم نہ آڻي ڪري ڪامياب ٿي نہ سگھيو. ٽرانسپورٽ ۾ نوڪري ڪيائين. اتي ڪجھہ ڏينهن ٽڪاءُ ٿيس. پر هئو سڪيءَ پگھار تي.اسسٽنٽ مئنيجر.نہ رشوت نہ بي ايماني. مڇي مانيءَ ۽ اچي ڪپڙي وارو گذر.

لعل پھريون ادبي شخص هئو جيڪو حساب ڪتاب جو ماهر هئو. هونءَ تہ اديب ۽ ادب دوست حساب ڪتاب کان ونءُ ويندا آهن، ۽ حساب ڪتاب جا ماهر ادب کان. پر لعل ۾ ٻئي ڳالهيون هڪ وقت موجود هيون ڪجھہ سال ضياءَ الله غلام علي ۽ سان انڪم ٽئڪس جي پرئڪٽس پڻ ڪيائين، سيمابي طبيعت اتي بہ ٽڪاءُ ڪرڻ نہ ڏنس.

پيپلز پارٽي چڙهي، تہ قائم علي شاهہ وزير ٿيو. لاڙڪ هادي بخش ۽ قائم علي شاهہ، توڙي غوث علي شاهہ، ٽئي منهنجا ۽ لعل جا دوست هئا. سياست هنن کي الڳ ڪري ڇڏيو. هڪ پاسي لاڙڪ ۽ قائم علي شاهہ پيپلز پارٽيءَ ۾ تہ ٻئي طرف غوث علي شاهہ مسلم ليگ ۾. پر مائٽ لعل سيني سان هڪ جھڙو. ڇو تہ هو پڪو قوم پرست هئو. هن لاءِ اهي ٻئي پارٽيون ڪا معنيٰ نہ رکنديون هيون. انڪري سياست لاءِ سنگت ڇڏڻ هن لاءِ اجايو هيو.

قائم علي شاهہ لعل کي پنهنجو Private Secretary ڪري رکيو. اهو زمانو هيو، جو لعل سياسي ميدان ۾ اپري ها، تہ الائي ڪٿي پهچي ها. سندس ذهن، قابليت ۽ دانش هر وزير

کان گھٽو گھٽو اڳتي هئي. پر هن مصلحت پسنديءَ کان پري رهي، رڳو نوڪري ڪئي. سندس انگريزي ڊرافٽنگ ڪمال جي هئي، جنهن جي ڪري قائم علي شاهه جو گهڻو بار ڍرو ٿي ويو.

ان زماني ۾ هو ڪروڙ ڻاهي ڀئي سگهيو؛ پر نه زمين ٽڪرو، نه بنگلو، رڳو هڪ پلاٽ (جيڪو ملازمت دوران پوءِ بئنڪ کان قرض کڻي ورتائين، جنهن جون قسطون فوت ٿيڻ تائين به ادا نه ڪري سگهيو هيو.)

١٩٨٠ع ۾ مائٽ لعل کي هاضمي جي تڪليف شروع ٿي. جون ١٩٨١ع ۾ انگلنڊ وڃي آپريشن ڪرايائين. لُڪيءَ Oesopha-gus ۾ ڪجهه خرابي هئي، ۽ رپورٽ آئي ته ڪئنسر نه آهي. آپريشن ڪرائي موٽي آيو. ڪجهه ڏينهن طبيعت بهتر هيس. ان کان پوءِ وري تڪليف شروع ٿيس. سخت کنگهه ۽ بلغم. ان سان گڏ ڪمزوري. هيءُ هٽو ڪٽو جوان ويو ڳرندو. رڳو چمڙي ۽ هڏا وڃي بچيو. ماس غائب. پر تڏهن به خوش طبعي هٿان نه ڇڏيائين. جڏهن به ملندو، کلندو ۽ کلائيندو. آخر تائين ڪتاب ۽ موسيقي، ٻنهي شوقن سان نڀايائين. خيرپور ايندو ته ڪو نه ڪو تازو ڇپيل ڪتاب ساڻ هوندس. يا ڪا نئين نڪتل سنڌي ڪئسيٽ. ڪافي دير مون وٽ ويٺو رهندو. يا ڪتاب تي بحث ڪندو، يا ڪئسيٽ لڳائي موسيقيءَ جو مزو ماڻيندو. مائٽ لعل انهن ٿورن ماڻهن مان هئو جن کي موسيقيءَ جو نه رڳو سلجهيل ذوق هوندو هئو، پر چڱي ڄاڻ پڻ هوندي هئي.

ڊسمبر ٨١ ۾ ٻيهر لنڊن ويو. ۽ آپريشن ڪرائي موٽي آيو.

١٩٨٢ع جي جون ۾، ڪراچيءَ کان موٽندي، دل چيو ته لعل وٽان ٿيرو ڪندو وڃان. اڳئين دفعي مليو هيو، ته سڀاجهي ۽ نماڻي لهجي ۾ چيو هيائين "مائٽ؟ حيدرآباد اچين ته ضرور منهن ڏيکارجانءِ." هونءَ به اهو ناممڪن هيو، ته مان حيدرآباد وڃان ته

مائٽ لعل سان ملڻ کان سواءِ موٽي آيا هئاسين. پر هن دفعي لعل جي لهجي ۾ ڪا به معنيٰ سمايل هئي. سو جڏهن ڪراچيءَ مان موٽندي حيدرآباد لعل جي گهر ويس، ته ڏٺم ته چڻ وڃڻ جي تيارين ۾ هئو. اکيون ڏرا ڏيئي ويون هيون. ڳل، جي اڳي ڀريل هئا اهي اندر پيهي ويا هيا. هڏن جي پڃري مٿان کل چڙهيل هئي. ماس جو نالو ئي نه هئو. ڊرپ چڙهيل هيس. ان حال ۾ به ٽهڪڙا لڳائي ويٺو هيو. هن سان چرچو هن سان پورو. مونکي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. پهرين سوچيو هيم ته گهڙي ڪن ملي خيرپور هليو ويندس. پر اها حالت ڏسي به ٽي ڪلاڪ ترسي پيس. ڳالهين ڳالهين ۾ چيائين ته "مائٽ تنهنجو "خير محمد هيسباڻيءَ جو ڪلام" ڇپيو آهي. ان جي ڪاپي ته ڏيندو وڃ". اهو ڪتاب ادبي بورڊ وارن ڇپيو هيو. سچل جي ميلي تي ان جو مهورت به ٿيو هيو پر مان ان سال ميلي تي نه وڃي سگهيو هيس، جو سرمد، گوڏي جي فرئڪچر سبب اسپتال داخل هئو، ۽ مان ساڻس ڪراچيءَ ۾ رهيل هيس. اهو ڪتاب ڇپيل حالت ۾ اڃان تائين مون به نه ڏٺو هيو. لعل جي خواهش ڏسي، مون کيس چيو "مائٽ اڄهو ٿو ٿو لاءِ آڻيان". سڌو ڄام شوري ادبي بورڊ جي آفيس آيس. هنن چيو "ڪجهه ڪاپيون اسان درازن موڪليون هيون. اهي اتي ورهائجي ويون. باقي اڃا تلڪ چاڙهيءَ تي پريس ۾ بائنڊنگ ۾ پيل آهن." اتان تلڪ چاڙهيءَ بورڊ جي پريس تي آيس. انهن کان يڪدم ٽي چار ڪاپيون بائينڊ ڪرايم، ۽ آليءَ بائينڊنگ سان ڪاپي مائٽ لعل کي ڏنم. لعل کي ڪتاب ڏيڻ وقت ڏٺم، ته سندس نيڻ منهن تي خوشيءَ جي ريکا جهلڪا پئي ڏنا. مان به مطمئن ٿي ويس، ڇو ته ان ننڍڙي خوشيءَ ڏيڻ سان مون مائٽ لعل جي وڏي ، ميار کان پاڻ کي اجو ڪيو.

خيرپور موٽي يس ته من ۾ اڻ تڻ هئي اهو چائندي به، ته

مائٽ لعل جا هيءُ آخري ڏينهن هئا، من ۾ هڪ آس ڪَرُ پئي ڪنيو تہ نہ، مائٽ لعل بچي ويندو، بچي سگهي ٿو. ڪوڙا خيال، ڪوڙا آسرا. ٽئين چوٿين ڏينهن فون آئي تہ مائٽ لعل آهي ئي ڪونہ.

صبوح جو وقت هيو جو فون آئي، منجهند ڌاري نڪتاسين، ٽين چئين بجي حيدرآباد پهتاسين. اسان ڪان اڳ ۾ ئي مائٽ لعل مٽيءَ جو ملڪ وسايو. منهن ڏسڻ بہ نصيب نہ ٿيو. پئي ڏينهن صبح جو موٽي آياسين. شوڪت، جيڪو آمريڪا هئو، پئي ڏينهن پهتو. ان فون تي روئڻهارڪي آواز ۾ چيو. "مائٽ. منهنجي اچڻ تائين بہ نہ ترسيئو."

مون چيو "مائٽ، منهن ڏسڻ بہ نصيب نہ ٿيو. هاڻي ڪنهن جي لاءِ ترسئون؟" لعل هيو تہ قائم علي شاهہ جو سابق سيڪريٽري، پر غوث علي شاهہ بہ سندس قبر تي اوچنگارون ڏئي پئي رنو.

مائٽ لعل جيڪي خط مونکي ۽ پنهن دوستن کي لکيا انهن لاءِ نہ سندس خواب خيال هئو، ۽ نہ مونکي ئي پڪ هئي تہ شايع ٿيندا. اهو اسانجي پياري دوست شوڪت جماڻيءَ جو وڙ آهي، جو هيءَ ڊائري ۽ خط اشاعت هيٺ اچي رهيا آهن. شوڪت، لعل جي حياتيءَ ۾ تورڙي ڪائنس پوءِ پئي هڙان ۽ وڙان سندس پيار جي موٽ، ۽ پنهنجي پيار جو ثبوت پئي ڏنو آهي.

هيءُ خط ۽ ڊائري بنا ڪنهن تصنع جي آهن جو تہ هيءُ شايع ٿيڻ لاءِ لکيل ناهن. انڪري هنن ۾ جيڪو ڪجهہ بہ لعل لکيو آهي، اهو هن جي اندر جو اڏمو آهي، اهو اڏمو جيڪو ڪنهن بہ ناهہ ٺوهہ يا مصلحت آميزيءَ کان پاڪ آهي.

هن ڊائريءَ جو شروعاتي حصو طارق اشرف جي "سهڻيءَ" ۾ ڇپيو هئو، ۽ ڏاڍو پسند ڪيو ويو، پر لعل پوءِ وڏيڪ ڇپرائڻ

نہ چاهيو. هاڻي بہ ڏاڍيءَ ڪوشش ڪان پوءِ سندس ڪاغذن مان ڳولي هيءَ ڊائري هٿ ڪئي ويئي آهي.

برطانيہ ويندڙ اديب دوستن مان ذري گهٽ هرڪو ڊائري يا سفرنامو لکندو آهي، ۽ ذري گهٽ هر هڪ انگريزن کي بي غيرت ۽ بي حيا، ۽ پاڻ کي جَتو سَتو ظاهر ڪندو آهي. ايئن لکندو آهي تہ مان شراب ۽ عورتن کان پري رهيس. پر لعل اها منافقي نہ ڪئي آهي. اتي جي هرشي جيئن آهي تيئن پيش ڪئي اٿس، ۽ پاڻ کي بہ ان جو حصو بنايو اٿس. ان لحاظ کان هيءُ ڪتاب نہ فقط اهم آهي پر وڏو ڪتاب پڻ آهي. انگريزن جي باري ۾ سندس اڪثر رمارڪ هڪ طرفي سوچ جو نتيجو آهن، جيڪي هن Furstration جي حالت ۾ ڏنا آهن. مون اها ڳالهہ ڪيس سندس زندگيءَ ۾ بہ چئي هئي، جنهن جو پاڻ هڪ خط ۾ بہ ذڪر ڪيو اٿائين.

هيءُ ڪتاب منهنجي لاءِ تہ ڏاڍو قيمتي آهي، جو اهو منهنجي هڪ پياري ۽ مٺڙي دوست جي مٺڙي ياد آهي، پر پڪ اٿم، تہ سنڌي ادب ۾ اهو ڪتاب هڪ اهم اضافو ثابت ٿيندو، ڇو تہ سنڌيءَ ۾ اهڙا ڪتاب تمام ٿورا آهن جن ۾ خالص جذبا آهن، ۽ جيڪي ڪنهن مصلحت آميزيءَ ۽ منافقيءَ کان پاڪ آهن.

(لعل جوٽيجي جي ڪتاب انگلنڊ ۾ اڍائي سال جو مهاڳ)

# ڊئزي

ميڊيڪل ڪاليج جي زندگيءَ ۾ نرسون هڪ اهم شعبو آهن. اسان جي شاگرديءَ جي زماني ۾ اهو شعبو تهائين اهم هو جو ڇوڪرين جو تعداد تمام گهٽ هوندو هو. هر ڪلاس ۾ ائن يا ڏهن کان مٿي ڇوڪريون نه هونديون هيون. انهن تائين پڄڻ ۽ رهائي رسائي ڪرڻ تمام ٿورن جو ڪم هو. گهٽي تعداد ۾ ڇوڪرا نرسن سان خوشگوار تعلقات پيدا ڪرڻ لاءِ ڪوشش وٺندا هئا. نرسون به اهڙيون پٿر دل نه ٿينديون آهن، هميشه مرڪڻ سندن عادت هوندي آهي. ڊاڪٽر سان ڳالهائڻ ۽ سندس ويجهو پوڻ سندن لاءِ فخر جي ڳالهه هوندي آهي ۽ نوان نڪتل هائوس آفيسر ته سندن لاءِ نعمت هوندا آهن، ڇو ته هائوس جاب ڪانپوءِ ڊاڪٽر شادي ڪرڻ ۽ گهر وسائڻ لاءِ آتا هوندا آهن. نرسن جي Species ۾ به هر قسم جا نمونا هوندا هئا. ڪي سهٽيون من مهٽيون، گلاب جي گل جيان رنگ، ته ڪن جي مرڪ ۾ رابيل جي مهڪ، ڪن جي چال ۾ وچ جا واڪا ته ڪن جا وار ڪڪرن جان ڪاروڻيار، ڪن جي اکين ۾ سچن موتين جو جرڪو، ته ڪن جو قد صليب جو قد. ڪي اهڙيون ويچاريون ڪوجهيون به هونديون آهن جن ڏانهن ڪو نهاريندو به نه هو.

انهن جون مايوس دليون "اگڻ ٻهاريان" ۽ اکيون "واٽون نهاريان" جو مثال هيون. انهن مان هڪ ڊئزي به هئي.

ڊئزي ڇا هئي، رنگ پراٽي بورچيخاني جي دونهاٽيل پٽ جيان، جنهن تي ڏاڍيءَ فراخدليءَ سان پائوڊر جو استعمال ائين

لڳندو هو، جڏهن ان تي چوني جو هڪ هٽ (ڪوٽ Coat) چاڙهي، ٻيو هٽ چاڙهڻ وسري ويو هجي. وار گهنڊيدار پر ضرورت کان وڌيڪ ۽ ٻنهي ڪلهن تائين پکڙيل جيئن جن ڪڍڻ وارا خطرناڪ پوپا وارن کي ڪلهن تائين پکيڙي ڇڏيندا آهن. اکيون جڻ پٽ ۾ ٻه سوراخ، ٻت ضرورت کان وڌيڪ ۽ قد ضرورت آهر. چيلهه جي ور (Curve) جي بدران سڌي سنئين ليڪ.

صبح جو بس مان چوڪرا لهندا ته آسائتيون اکيون ڪٽي بيٺي هوندي، ته من ڪو مونڏي نهاري، وارڊ ۾ جنهن هائوس آفيسر جي ڊيوٽي هوندي، ان تي حد کان وڌيڪ مهربان.

چانهيون پيارڻ، سندن هر حڪم جي پوئواري ڪرڻ (مريضن جي چارٽ تي لکيل ڊاڪٽر جي هدايتن کي اسپتال جي محاوري ۾ حڪم Order چيو ويندو آهي)، ڊاڪٽر کي سرديءَ ۾ هيٽر گرميءَ ۾ پکي جي پرسان جاءِ ڏيڻ کان وٺي، سندن ڪپڙن، وارن اکين جي تعريف ڪرڻ تائين وڃي پهچندي هئي. هوءَ سڄو سال اها ڪوشش ڪندي هئي ته هائوس آفيسر کي پنهنجي سمارٽ ۽ Efficient هجڻ جو يقين ڏياري.

هر سال، سندس وارڊ ۾ مقرر ٿيل هائوس آفيسر جي تعريف، پنهنجي هاسٽل ۽ ميس ۾ شروع ڪندي هئي، اتان نرسن ذريعي هلي، سڄي اسپتال جي ڊاڪٽرن ۽ ٻئي اسٽاف تائين پهچندي هئي ۽ هر سال اهو اعلان ٿيندو هو ته ڊئزي فلاڻي تي عاشق آهي، سندس رمارڪ ڪجهه اهي هوندا هئا:

”فلاڻو ڪيڏو نه سمارٽ آهي.“ ”ڪيڏو نه سنو آهي.“ ”ڪهڙا نه سهڻا ڪپڙا ٿو پائي.“ ”ڪيڏو نه ڪم ۾ ماهر آهي.“ وغيره. پوءِ ان کان اڳتي هلي، ”فلاڻو مون کي ڏسي ٿو.“ ”فلاڻو مون کي

پسند ٿو ڪري.“ تائين وچي پڇندا هئا، تان جو وري نئين آيل هائوس آفيسر جو نرم پورو ٿي ويندو هو، ۽ ڊئزي وري ٻئي تي طبع آزمائي ڪرڻ شروع ڪندي هئي ۽ اڳئين لاءِ چوندي هئي، ”هو بيوفا هو.“ ”هوفلرٽ هو.“ ”هن کي ڪپڙن پائڻ جي به تميزا ڪانه هئي.“ ”هن کي ميڊيسن جي ڪا خبر نه هئي.“

جنهن سال اسان فائينل پاس ڪري هائوس سرجن ٿياسين (۱۹٦۰ع) ان سال سنڌس حصي ۾ هڪ سادو، ڊگهو ۽ شرميلو ڇوڪرو آيو،جنهن کي اسان ڊبل خان چوندا هياسين ڇو ته هن جي نالي ۾ اڳيان ۽ پٺيان خان هو. ڊئزيءَ معمول مطابق هن تي ڏورا وجهڻ شروع ڪيا پر هو ايترو ته سادو ۽ شرميلو هو، جو ڊئزيءَ اڳيان ڳالهائي ئي نه سگهندو هو ۽ جي ڊئزي ساڻس ڳالهائيندي هئي ته سنڌس منهن تي شرم ڪان ڳاڙهاڻ اچي ويندي هئي، ان تي ڊئزي ويتر وڌيڪ ڏانهس ڇڪجي ويندي هئي.

دوست يار ڊبل خان کي ڪيترائي داوپيچ ۽ ڊائلاگ سيکاريندا هئا پر هيءُ همراهه صفا چٽ هو، ڪوبه پوئنو ٻاري نه سگهيو، آخر هن جا اهي پرڪار ڏسي يار دوست صلاح ڪري هڪڙي پروگرام تي بيٺا.

ڊئزيءَ کي ڊبل خان جي غير موجودگيءَ ۾ پٽيون پڙهائڻ لڳا ته ويچارو ڊبل خان ڏاڍو شرميلو آهي، ۽ توسان سنئون سڌو ڳالهائي نه ٿو سگهي، ان ڪري هاڻي اسان جي ذريعي نياپا ايندا ويندا، پوءِ اڳ ۾ هڪ ٻئي سان پيار جو اظهار ٿيو، پلا نياپا آڻيندڙ ۽ نيندڙ به اسان جا يار سو ڊبل خان جا ڊئلاگ دليان ناهي ڪيس پڌائيندا هئاسين. ڊبل خان کي به ان تي راضي ڪري ڇڏيوسين گهٽ ۾ گهٽ اسان جيڪو ڪيون، ان جي آڏو نه اچي ۽ ان جي ترديد نه ڪري. هلي هلي ڊئزيءَ کي پڪ ٿي ويئي ته

ڊبل خان سندس آخري منزل آهي، جنهن لاءِ هوءَ سالن کان نهاريندي رهي آهي. هاڻي ڊبل خان بہ سندس آڏو مرڪڻ ۽ خاموش ويهي رهڻ شروع ڪيو. ڳالهائي سگهڻ اجا سندس وس ۾ ڪونہ هو. جڏهن ڳالهہ اتي پهتي تہ يارن پنهنجو اصلي پروگرام شروع ڪيو. ڊٺزيءَ کان چاءِ بسڪوٽ وغيره سان تواضع تہ هميشه ٿيندي هئي ۽ ان ۾ ڊبل خان ۽ ٻيا دوست حصيدار هوندا هئا پر هي پروگرام ڪجهہ اڳيرو هو.

هڪ شام، هڪ دوست ڊٺزيءَ کي چيو "ڊبل خان اڄ سڄو ڏينهن ماني نہ کاڌي آهي." "ڇو؟" ڊٺزيءَ جا ترا ئي نڪري ويا. "ان ڪري جو اجا مني آرڊر نہ پهتو اٿس، ميس ۾ ماني بند ٿي وئي اٿس." "اسان دوستن بہ منٿون ڪيون اٿس پر هو مڃي ئي نہ ٿو، اسان جي ماني نہ ٿو کائي." "دوستن ۽ منهنجي مانيءَ ۾ فرق آهي مان پنهنجي هٿ سان مرغي ٺاهي ايندس، ڏسجو ڪيئن نہ ٿو کائي." "منهنجي هوندي هو بک ڪاٽي باقي مان ڇا لاءِ آهيان؟" ڊٺزيءَ ڪجهہ شرارت، ڪجهہ يقين سان چيو.

آخر فيصلو ائين ٿيو جو، جيئن تہ ڊبل خان شرميلو آهي انڪري هو اسپتال ۾ ماني نہ کائيندو، ائين بدنامي بہ ٿيندي جو سيني کي خبر پئجي ويندي، سو ماني ٺاهي ڊٺزي اسان جي حوالي ڪري. پوءِ اها ماني آئي ۽ ان کي ڊبل خان سان گڏ سيني دوستن کاڌو. ٻئي ڏينهن جڏهن ڊٺزيءَ ڊبل خان کان مرغيءَ جي پسند اچڻ جي باري ۾ پڇيو، تہ ڊبل خان ڪجهہ شرمائجي مرڪي ڏنو ۽ ڊٺزي کي پڪ ٿي وئي تہ سندس محنت سجائي وئي آهي.

ائين سڄو سال اسان جا دوست ڊٺزيءَ کان ڊبل خان جي نالي ۾ فرمائشون ڪري شيون وصول ڪندا رهيا ۽ سڄي سنگت موجون ڪندي رهي.

هڪ ڏينهن هڪ دوست ڊئزيءَ کي چيو "اڄ تو ڊبل خان جي قميص ڏئي؟"

"ڇو - ڇا ٿيو؟" ڊئزيءَ وراڻيو.

"عجب آهي ڊئزي، معنيٰ تہ تنهنجي ڊبل خان ۾ ڪابہ دلچسپي نہ رهي آهي." ڊئزي ڊڄي وئي چيائين "خدا نہ ڪري."

هن همراهہ وڌيڪ چيو، "اڄ ڊبل خان جي قميص بنا استريءَ هئي ان ڪري جو مائٽ غريب اٿس، هن وٽ رڳو هڪ قميص آهي، جيڪا ڌوئي پاڻ استري ڪري پائيندو آهي ۽ ڪالهہ استري ڪرڻ جو وقت بہ نہ مليس تہ ائين ئي پائي آيو."

"تہ پوءِ مون کي سندس ڪالر جي ماپ ٻڌاءِ تہ مان ٻہ ٽي قميصون وٺي ڏيانس." هن يڪدم پنهنجي ماپ ٻڌايس. ڊبل خان جي ڪالر جي ماپ ڪنهن کي ياد هئي؟

ٻي ڏينهن ٻہ فرسٽ ڪلاس ريڊي ميڊ قميصون اچي ويون، جن کي ٻن دوست کي ڏنو ويو. هڪ جنهن ڪالر جي ماپ ٻڌائي، ۽ ٻيو اهو جنهن کي پوري آئي. ڊبل خان کي نصيب نہ ٿي ڇو تہ هو بت ۾ ڪجهہ پريل هو. بهرحال ڊئزي روز پڇندي هئي، "هي نئين قميص ڇو نہ ٿو پائي اچي؟"

جواب ملندو هيس، "تنهنجي آڏو پائيندي شرمائي ٿو، تنهنڪري رڳو اسپتال کان ٻاهر پائيندو آهي."

"هاءِ مان قربان." ڊئزيءَ اکيون اڌ ٻوٽي چيو.

اهي دوست جن جي حصي ۾ قميصون آيون اهي بہ اسپتال ۾ پائي نہ ايندا هئا، تہ متان معاملو خراب ٿي وڃي.

هائوس جاب جو سڄو سال انهيءَ ڍنگ سان گذريو. سال پورو ٿيو تہ ڊبل خان ڪاڏي، ڊئزي ڪاڏي ۽ ڊئزيءَ وري ڇوڻ شروع ڪيو "بيوفا نڪتو" ۽ وري نئين سال نئين شڪار جي ڳولا ۾ لڳي وئي.

ستن اٺن سالن کانپوءِ ڪراچيءَ ۾ هڪ اسپتال ۾ ملي، وهي ڪجهه مونيل هيس پر جذبا اهي ئي جوان، مون جڏهن ڪانئس پڇيو تہ "هتي ڪو سمارٽ ڊاڪٽر ناهي؟" تہ هڪ ڊاڪٽر جي تعريف ۾ لڳي وئي، ائين چئي اهو سائس سياڻي ئي شادي ڪرڻ وارو آهي ۽ مون کي لطيف جو بيت ياد اچي ويو:

ڳوليان ڳوليان م لهان، شال م ملان هوت،
من اندر جي لوچ، مچڻ ملڻ سان مٺي ٿئي.

سو ڊيڙيءَ جي من اندر جي لوچ بہ اجا تائين مٺي نہ ٿي آهي.

# عمر بورچي

رنگ ڪارو جهڙو ڪٽُ، قد جو ڊگهو بت ۾ سنهو، وار رڳو وچ مٿي تي، لونڏڙين ڪان ۽ ڪنن جي مٿان - باقي ڪُٽل. نڪ پينٽل، وات ننڍو ۽ چپ ٿلها، مڇون رعبدار ۽ وٽيل، سدائين استري ڪيل ۽ قيمتي قميص شلوار ۾ "لکن واريءَ لوڊ" سان نظر ايندو- اهو هئو عمر بورچي.

ڪاليج جي زماني ۾، (اجا ڄام شوري واري ڪئمپس نه ٺهي هئي) هيرآباد جي ڪرشنا هال جي هڪ ڪوليءَ ۾ رهڻ جي جاءِ ملي هئي. ادا جي هڪ انجنير دوست جي مهربانيءَ سان. مٿي انجنير جي آفيس هئي، ٻيءَ ماڙيءَ تي گهر هيٺ ڪوليءَ ۾ مان، انور اعوان سان گڏ رهندو هيس، ۽ پرسان ئي انجنير جو بورچيخانو هئو جنهن ۾ عمر بورچي ڪم ڪندو هئو. (اهي ڪوليون اجا هيرآباد ۾ آهن. زمين ڪان هيٺ تحخاني وانگر).

مڙس شوقين هئو. نه ٻار نه ٻچو ، نه زال، چاليهن پنجيتاليهن جي عمر، ماني انجنير تي، چانهن پاڻي هِن هُن تي، باقي سڄي پگهار بچائيندو هو. سندس ٻه ٽي شوق هئا. سڀ ڪان زوردار شوق هيس ڪپڙن جو. پگهار ملي ناهي، جپاني ٽو باءِ ٽو ٢٢ پاپلين جو وڳو آيو ناهي. وڳو ٺهرائي، پائي، پيو ڀڪندو ۽ هن هن کي ڏيکاريندو. ١٩٥٦-١٩٥٧ جو زمانو هيو- ان زماني ۾ سٺي پاپلين پاڪستان ۾ به ٺهندي هئي. خود مان ۽ انور اعوان به پاڪستاني پاپلين پائيندا هئاسين. پر هن همراهه لاءِ پاڪستاني ڪپڙو چٽ گار. سندس ٻيو شوق هيو پنگ پيئڻ. مڙيئي ٽاٽ لڳو پيو هوندو هيو. ٽيون شوق هيس راڳ سان. اٿندي وهندي،

هلندي چلندي، ڪم ڪار ڪندي پيو جهونگاريندو هئو. سر ۽ تال جي سني ڄاڻ هيس پر آواز مڙيوئي هيس- تڏهن به نيائي ويندو هيو. سورٺ، راڻو، مالڪوس، ڀيروي سڀ سُرَ ڪندو هيو. جي مان سڏي سورٺ جي فرمائش ڪندو مانس ته اکيون پوري، ڪن تي هٿ رکي شروع ٿي ويندو:

"الله جي آس ڪري هليو هيائين،
چارڻ پڌا چنگ کي جهوڙا ۽ جهائين-"

۽ پوءِ اڌ ۾ راڳ بند ڪري، چپ ٿي ويندو. گهڙي رکي چوندو "واهه سهڻا لطيف واهه." راڳ ڇٽو. اتي ئي شاهه لطيف جي تعريف شروع . مان وچ ۾ ٽوڪيندو مانس ته عمر اڳتي ته هل ته وري شروع ٿي ويندو. ها.!

ڏولي راهه ڏياچ جي ڏوران ڏٺائين."

ائين هر ٻن ٽن بيتن کان پوءِ وچ وچ ۾ چپ ٿي شاهه لطيف کي داد ڏيندو رهندو . جڏهن ان بيت جي معنيٰ ۽ مطلب ۾ ايڏو ته اونهو ويو آهي جو ڳائڻ ئي وسري ويو اٿس.

مجڻ مراد آهي. مون کي سُرن جي شناس ڀهريون ڀهريون غلام نبي (ميوزڪ ڊئريڪٽر) ۽ عمر جي ذريعي ٿي. عمر راڻي ۽ سورٺ جا اهي آلاپ ٻڌايا جيڪي جڏهن مون عابده پروين کي ۱۹۷۹ع ۾ ٻڌايا، ته ان کي ڏاڍا وڻيا، ۽ اڃا تائين اهي آلاپ ڪندي اچي.

انجنيئر صاحب جي آفيس ۾ ٻه ڀائر به ڪم ڪندا هئا. حميد چوڪيدار هئو ۽ مجيد پٽيوالو. ٻئي مهاجر هئا، پر سنڌي چڱي ڳالهائيندا هئا.جڏهن عمر ڪم ڪار لاهي ونندو هئو، ۽ حيدرآباد جي رات ٺرندي هئي، ته هُو مَنهنجي کٽ اڱڻ ۾ ڪڍي رکندو هئو. حميد چوڪيداريءَ جي ڊيوٽيءَ تي اچي ويندو هئو، ته مجيد ڪچهريءَ تي. رات جو دير تائين ڀوڳ چرچا پيا هلندا

هئا. جيستائين نيڻ ننڊ اکڙا ٿين.

حميد ۽ مجيد، ٻئي ڏاڍا شيطان هئا. مان بہ چرچ ڏيندو هئس، مانِ عمر سان پيا چرچا ڪندا هئا. اهو روز جو معمول ٿي ويو هئو.

جڏهن مان نئون نئون ان ڪرشنا هال جي ڪوليءَ ۾ آيس تہ منهنجي لاءِ ٻہ وڏا مسئلا ڪڙا ٿيا. هڪ هئو صبوح جي چانهہ - Bed Tea جو تہ اُن ڪانسواءِ منهنجون اکيون نہ کلنديون آهن، ٻيو وهنجڻ. پاٽيءَ جو ميونسپل وارو نلڪو ٻاهر ڪجهہ قدمن جي وٿيءَ تي هئو. عمر ٻنهي مسئلن کي حل ڪري ڇڏيو. صبح جي چانهہ ٺاهي ننڊ مان اٿاري آڇي ڏيندو هيو. ۽ پاٽيءَ لاءِ صلاح ڏنائين تہ هڪ مَٽُ وٺجي، جيڪو روز پکاليءَ کان ڀرائجي، ڏاڍي ادب ۽ سڪ مان چوندو هئو،"سائين باقي اسان اوهان کي ڪڏهن ڪم ايندا سي."

مَٽَ جا پئسا ورتائين. ان زماني ۾ ڏهہ ٻارهن آنا کن ٿيندا هئا. ٻئي ڏينهن صبح جو چانهہ ڏنائين تہ مون مَٽَ جو پڇيو. چيائين :

"سائين ڪمال ٿا ڪريو. باقي اسان چالاءِ آهيون. اجهو ٿو بالٽي ڀري اچان. اسانجي هوندي اوهان پکالين کان مَٽَ ڀرايو؟."

۽ پوءِ ٻہ ٽي ڏينهن صبوح جو بالٽي ڀرجي ملندي هئي. مان ٿڌڪار ۾ وهنجي سهنجي تازو توانو ٿي ڪاليج ويندو هيس. هڪ ڏينهن عمر کان پڇندس تہ " پاٽيءَ جي بالٽي ڪٿي آهي؟" تہ عمر اوچتو ڦرڪو کائي چوندو:

"ڇا جي بالٽي؟ روز روز پاٽيءَ جي بالٽي؟ مان ڪو واهہ آهيان، ڪا اَڏَ آهيان، ڪو واٽر ڪورس آهيان، جو روز پاٽي پهچايان."

۽ ان ڏينهن مان بنا وهنجڻ جي ڪاليج هليو ويندس. شام

جو حميد ۽ مجيد ٻڌائيندا ته پنگ جا پئسا ڪتا هوندس، انڪري پاٽيءَ پرڻ ڪان جواب ڏنو اٿائين. ان شام جو وري اٺ ڏهه آنا ڪڍي ڏيندو مانس ۽ چوندو مانس ته ”عمر- سپاٽي مَتَ آٽي ڏجان ته پخاليءَ ڪان پرايان. توکي پاٽيءَ پرڻ ۾ تڪليف ٿي ٿئي.“

ان رات جو عمر ”ٽاٽ“ هوندو، ۽ ٻئي ڏينهن جڏهن صبح جي چانهه آڻيندو ۽ مان مَتَ جو پڇندو مانس ته ساڳي ادب ۽ سِڪ مان چوندو ”ته سائين ڪمال ٿا ڪريو. باقي اسان چا جي لاءِ آهيون. اجهو ٿو بالٽي ڀري اچان: اسانجي هوندي اوهان پخالين ڪان مَتَ پرايو.“

اهو سلسو سال ڏيڍ تائين هلندو آيو، جيستائين مان ڪرشنا هال ۾ هيس. نه ڪو مٽ آيو، نه ئي وري عمر بدليو. ٽئين چوٿين ڏينهن اهو راڳ ته ”مان ڪو وري واهه آهيان؟ ڪا آڏ آهيان. ڪو واٽر ڪورس آهيان، ڪو نلڪو آهيان.“

عمر جي وڏي ڪمزوري جپاني پاپلين هئي. پڳهار ملڻ سان ئي ٿئون وڳو ٺهرائي، پائي، پيو ٽلندو، آئي وئي کي پيو ڏيکاريندو. ”هٿ لائي ڏس نه. پَٽُ آهي پَٽُ. جهڙو ريشم“ ۽ پوءِ جڏهن اڳيون ڪپڙي جي تعريف ڪندو ته ٽِڙي پوندو ۽ چوندو. ”واهه ڙي جپان واهه.“

حميد ۽ مجيد ڪيس چيڙائڻ ڪاڻ منهن چبو ڪري چوندا. ”هيءَ جپاني پاپلين آهي.؟ عمر توکي بيوقوف بنايو اٿئون. هيءُ ته پاڪستاني ڪپڙو آهي.“

ان تي عمر مايوس ٿي ويندو. سوچ ۾ پئجي ويندو. چوندو ”نه يار. مونکي جپاني ڪپڙي جي سڃاڻ آهي. مونکي ڪيئن ٺڳي سگهندا.“

پر جڏهن رامجي ۽ ٽن ٺڳن وانگر حميد ۽ مجيد ٻن ٽن پين

همراهن سان اڳواٽ صلاح ڪري سندس آڏو چوارائيندا تہ واقعي ڪپڙو پاڪستاني آهي تہ عمر روئڻ جهڙو ٿي، ويندو دڪاندار وٽ، جتان ڪپڙو خريد ڪيو هيائين. ان کي گاريون ڏيندو. دڪان وارو قرآن قسم کڻي، ڪپڙي جي تاڪيي تي ڪيس جپان جو ٺپو ڏيکاري پڪ ڏياريندو تہ برابر اهو ڪپڙو جپاني آهي، تڏهن مس مس همراهہ وڃي ٺرندو. جڏهن اهي سڀ ڳالهيون هو اچي حميد ۽ مجيد سان ڪندو، تڏهن هو ڏسندا تہ ماڳهين عمر هٿن ڪان ٿو وڃي، تہ هو هڪ ٻئي کي اکيون هڻي مڃي ويندا تہ واقعي ڪپڙو جپاني آهي. ان فتح تي عمر ويتر ڦونڊ ۾ پرجي ويندو.

ان ڪان پوءِ عمر سدائين ڪپڙي جو اهو ٽڪرو وٺي ايندو هئو، جنهن تي جپان جو ٺپو لڳل هوندو هئو. اهو پهرين مجيد، حميد ۾ اسان کي ڏيکاري، پوءِ سبرائيندو هئو، جيئن هو پاڪستاني ڪپڙي پائڻ جي طعني کان بچي وڃي.

هن جي ڪاوڙ جا ٻہ سبب هئا. هڪ پاڪستاني ڪپڙو پائڻ جو طعنو هن لاءِ گار برابر هئو، ٻيو تہ هن کي ڪپڙي شناس نہ هئڻ ۽ دڪاندار طرفان بيوقوف بنجڻ واري ڳالهہ ڏکي لڳندي هئي.

ٻہ ٽي مهينا ائين گذري ويا. مجيد ۽ حميد کي تسليم ڪرڻو پيو تہ عمر جا نوان وڳا جپاني آهن ۽ ڪيس ڪپڙي جي شناس آهي، ۽ ڪيس ڪوبہ دڪاندار بيوقوف نہ ٿو بنائي سگهي.

ڳالهہ مان مزو نڪري ويو. عمر کي چيڙائڻ جو ڪوبہ بهانو نہ پئي بنيو. نيٺ هڪ ڏينهن صلاح ڪري رٿا ٺاهي ورتي سين.

جيئن ئي عمر نئون جپاني پاپلين جو ٺپو لڳل ڪپڙو وٺي آيو تہ سيني ان جي تعريف ڪئي. پر جڏهن سبرائي ۽ پائي ڏيکاريائين تہ حميد ۽ مجيد منهن ڇپو ... ري پراڻو راڳ شروع

ڪيو"عمر توکي بيوقوف بنايو اٿن. هيءُ ڪپڙو پاڪستاني آهي."
عمر جا طاق لڳي ويا. سڄي خوشي ڪافور ٿي ويس. ڦيريائين چرڪ پريائين، پوء اکيون ڦوٽاري قميص کي ڏٺائين، پوء ڪپڙي کي ڇڇهي پڪ ڪيائين ته جپاني آهي. آخر ته ماهر ڪپڙي شناس هيو. پوء قميص جو دامن چپٽيءَ ۾ جهلي مجيد آڏو جهليائين.
"هيءُ!. هيءُ ڪپڙو!. هيءُ پاڪستاني آهي؟ توهان کي ٿپو به ڏيکاريو اٿم. اجان به چئو ٿا پاڪستاني آهي. هٿ لائي ڏس. لائي ڏس."
مجيد ڪپڙي کي هٿ لائي سخت دٻائيءَ مان چيو "پاڪستاني نه آهي ته ٻيو ڇا هي. اڄڪلهه ٺپا به نقلي ٿا هڻن. اهو جپان وارو ٺپو نقلي آهي، توکي بيوقوف بنايو اٿن."
ان تي عمر اڃا مڇريو. چي "پاڪستان جي ماءُ ههڙو ڪپڙو ٺاهيندي. پاڪستان جي پيءُ ههڙو ڪپڙو ٺاهيندي." مطلب ته پاڪستان کي سَتَ سُريون ٻڌائيندو رهيو. حميد به مجيد جي تائيد ڪئي. نيٺ فيصلو اهو ٿيو ته مان فتويٰ ڏيان ته اهو ڪپڙو پاڪستاني آهي يا جپاني.
اڳ رٿيل پروگرام موجب مون ڪپڙي کي هٿ لائي، ٿوري دير سوچي، پوء چيو "عمر، حميد ۽ مجيد سچ ٿا چون. هيءُ ڪپڙو ته پاڪستاني ٿو لڳي." منهنجو ائين چوڻ ۽ عمر جو هوش ڪان نڪرڻ. نه ڇڏيائين پاڪستان جي ماءُ نه پيءُ. دامن کي هٿ ۾ جهلي، منهنجي آڏو آڻي ڇڪيائين.
"هيءُ ڪپڙو؟ هيءُ! پاڪستاني آهي.؟"
پاڪستان جي پيءُ ههڙو ڪپڙو ٺاهيندي -.پاڪستان جي ماءُ ههڙو ڪپڙو ٺاهيندي.؟ هٿ لائي ڏس! وري هٿ لائي ڏس!!"
مون وري هٿ لائي جڏهن چيو ته " نه عمر- هيءُ ڪپڙو

پاڪستاني ٿو لڳي“ تہ عمر گريبان کي چڪ ۾ جهلي دامن کي هٿ سان ڇڪ ڏنائين، چر ر ر ..! نيٺن قميص ڦاٽي پئي! ۽ عمر ڳُڻ وهائيندو ڪپڙا ڦاڙيندو ڇوندو ويو. ”پاڪستاني آهي تہ ڇڙهي آڱوٺي تي!“

حميد ۽ مجيد جي ڪلڻ جا هوڪرا هئا. اهڙي ريت عمر جون الائي ڪيتريون قميصون ڦاٽيون.

سال گذري ويا ڪاڏي حميد ڪاڏي مجيد ڪاڏي عمر ڪاڏي مان.

هڪ دفعي رسالا روڊ تان ڊرائيو ڪندو پئي ويس تہ ڏسان تہ عمر پيو وڃي. ساڳي لکن واري لوڏ، ساڳيو صاف سٿرو لباس. چلي هٿ ۾. ڪار روڪي سڏ ڪيومانس. چيائين، سائين ڪمشنر صاحب وٽ بورچي آهيان. پاڇي ونڻ ٿو وڃان.“

مون پڇيو مانس ”عمر هي ڪپڙو پاڪستاني آهي يا جپاني؟“

وڏو ٽهڪ ڏئي چيائين ”سائين، ڇڏيو چرچا هاڻي جپاني ڪپڙو ڪٿي ٿو ملي. پلا هيءَ قميص بہ ڦاڙي ڏيکاريانو ڇا؟“

# الڻ شاهہ

هڪ ڏينهن حيدرآباد جي ڪراچي هوٽل ۾ چانهہ پي رهيو هيس تہ اچانڪ سامهون اچي ويو- الڻ شاهہ. مونکي سندس نالي جي پوءِ خبر پئي. ڏنم تہ ڪارائيل رنگ، ان جي مٿان اڇي، پر ميري ٿيل ڏاڙهي، جيڪا ڏينهن ڪان اڻ ڪُوڙيل هئي، بي ترتيبيءَ سان وڌيل اڇيون ۽ ميريون ٿيل مڇون، مٿي تي گرُ لڳل جناح ڪئپ، جنهن کي دٻائي پاتو هيائين جو ڪَنَ ڇپا ٿي ويا هيس، واڇ گودو، ۽ انَ مان لڙڪندڙ ڪِگَ، جنهن کي وڏو ساهہ کڻي چُوسي واپس وات ۾ موڪلڻ جيِ ڪوشش ٿي ڪيائين. اکين ۾ مايوسي، چسائي، ۽ نماڻائيءَ جو تاثر. پنيان اچي، ڪلهي کي ٿپڪي هڻي چيائين "ٽڪو ڏي" سندس لهجي ۾ عرض ۽ حڪم، بي نيازي ۽ نياز، ٻئي گڏ هئا. مون ڪنڌ ورائي سندس منهن ۾ نهاريو. سندس چهرو ۽ ان تي تاثر ڏسي ڏجي ويس. سندس ٻئي مُنيون پڪوڙيل هيون، ۽ انهن پڪوڙيل مُٺين منهجان پئسا ٽڪا آنا، اهي سڀ سڪا جهاتيون پائي رهيا هئا.

هن مونکان فقط ٽَڪو گهريو هئو. ان زماني ۾ ٽڪي جو بہ مان هئو، مان کيس ڏئي بہ سگهان ها، پر مون هن کي مونائي ڇڏيو. سامهون ٽيبل تي ويٺل دوست اچي ٽهڪن ۾ پيا ۽ پوءِ مونکي ٻڌايائون تہ هي مستانو ملنگ الڻ شاهہ آهي، هن کي چرچو هڻ. چوندو تہ "ڏاڍي لڳي ٽڪو ڏي." ۽ پوءِ ان چرچي سهڻ جي قيمت ٽڪو وٺي روانو ٿي ويندو.

انهن ڏينهن ۾ ڪراچي هوٽل اسانجو اَڏو هئي. گرامي، شيخ علي محمد، شيخ عبدالمجيد سنڌي، سرائي اميد علي، رجب علي،

ڏنل شاهه، رباني، مان اتي ويٺي ويٺي راتين مان ڏينهن ۽ ڏينهن مان راتيون ڪندا هئاسين.

الڻ شاهه ۽ اسان جي چونڪڙي جڻ فرنيچر وانگر ڪراچي هوٽل جو هڪ نه ٽٽندڙ انگ هئاسين. اسانجي چونڪڙي ۾ الڻ شاهه نه هوندا هئا ته ڪراچي هوٽل جڻ ڪراچي هوٽل نه لڳندي هئي.

الڻ شاهه ايندو. ساڳئي ئي صورتحال ۾ جيڪا مون مٿي بيان ڪئي آهي. نماڻا نيڻ ڪٿي ڏسندو. سامهون وارو ڪيس چرچو هٽندو "منهن اٿئي يا پراڻو سليپر" الڻ شاهه ڪھڪهي. ڦاٽل دهل جهڙي آواز ۾ چوندو "پراڻو سليپر؟" "اها لڳي. واهه جي لڳي. پراڻي سليپر تي چتيون لڳيون پيون آهن. ڏاڍي لڳي. هاڻي ٽڪو ڏي." ۽ ٽڪو وٺي، پنهنجي سڪن سان ڀريل پڪوڙيل مُٺ ۾ وجهي وري ٻئي گراهڪ جي تاڙ ۾ اکيون وڌندو.

سندس ڏينهن ائين شروع ٿيندو هئو. ڪراچي هوٽل جا گراهڪ ڪيس سچا ٽندا هئا، ڪڏهن واهيات، ڪڏهن هوشياريءَ وارو، ڪڏهن ماڳهين ڦلهڙو چرچو ڪيس هٽندا هئا. هو جواب ۾ اهوئي چوندو هئو "منهنجو منهن - جهڙو آهي، لڳي- ڏاڍي لڳي- يلا ٽڪو ته ڏي." ڪي ڪي نوان آيل گراهڪ ته رونشي خاطر الڻ شاهه کي ڏاڍا خراب ۽ گٽارين وارا چرچا به هٽندا هئا. پر الڻ شاهه جو اهو ئي جواب. "منهنجو منهن - جهڙو آهي؟ لڳي لڳي. اها ڏاڍي لڳي. يلا ٽڪو ته ڏي."

ان چرچن جي طوفان ۾ ڪڏهن ڪڏهن رَجوءَ (رجب علي ڀورسيئر، ڏاڍو حاضر جواب ۽ چرچائي) جي فرمائش به پوري ڪرڻي پوندي هئي. رجو چوندو هيس: "مان توکي ٽڪي بدران آنو ٿو ڏيان. تون هن کي چرچو هڻ."

۽ الڻ شاهه ان ڏي نهاري، اهو مان به هوندو هيس ته اسان

جي چونڪڙيءَ جا پيا همراهہ بہ هوندا هيا.) چوندو هيو: ”منهن اٽئي يا ڪوٽڙي اسٽيشن جو پليٽ فارم؟ ريلون پيون اچن وڃن. چانهہ سوڍا ليمن مڇي گرم.“ مطلب تہ اهڙو چرچو هڻندو هيو جنهن جو منهن نہ سر.

اهڙيءَ طرح صبح کان اڌ رات تائين الڻ شاهہ پنهنجون ٻئي منيون ان ”لڳي لڳي ٽڪو ڏي“ جي ڪمائي جي سڪن سان ڀريندو ويندو هئو. اڌ رات تائين قميص جا ٻئي کيسا ڀريل، ۽ ٻئي منيون ڀريل. صبح کان رات تائين چرچا سهي پئسا گڏ ڪندو هو پلا خرچ بہ ڇا تي ڪري نہ گهر گهاٽ، نہ ٻار نہ ٻچو. خبر ناهي ڪٿان جو هئو، ڪٿان آيو هيو؟ ماني ڪراچي هوٽل جي روزانن گرهڪن مان ڪونہ ڪو ڪارائي ڇڏيندو هيس. چانهہ پاڻي بہ انهن تي. جي نہ تہ ڪراچي هوٽل جو مالڪ عبدالرحيم عباسي کهل ڪري ڪارائي ڇڏيندو هيس. لٽو ڪپڙو بہ ائين پيو ملندو هيس. باقي سندس سموري ڪمائي بچت هئي. اڌ رات جو ننڍا ڪڙو ٽيندو هئو تہ مڪان ۾ سمهڻ ويندو هئو.

مڪان ۾ ڇوڪرا اڳ ۾ ئي سندس تاڙ ۾ ويٺا هوندا هئا. جيئن الڻ شاهہ پهچندو هو تہ چرس ڀريل سگريٽ تيار هوندا هئا. ”لڳي دم مٽي غم.“ الڻ شاهہ سگريٽ مٿان سگريٽ پيئندو ويندو هو. تان جو اکيون خمار کان ڳاڙهيون ٿي وينديون هيس، ۽ هٿ پير ڍرا ٿي ويندا هيس ۽ منين ۾ پڪوڙيل پئسن تي سندس گرفت ڍلي ٿي ويندي هئي.

موالي ڇوڪرا سندس سڀ کيسا ۽ ٻئي منيون خالي ڪري گم ٿي ويندا هئا.

صبح جو الڻ شاهہ اکيون کوليندو تہ ڏينگو ئي ڏيري ٻئي کيسا خالي ۽ منيون سکڻيون. ڇوڪرن کي گاريون ڏيندو وري

ايندو ڪراچي هوٽل ۾ چي ”حرامي آهن، بدمعاش آهن. چور آهن.“ ۽ پوءِ وري ٺٺون ڏينهن شروع. ساڳيا ئي چرچا. ساڳي ئي ”لڳي لڳي، ٽڪو ڏي.“ اڌا رات تائين اها ئي هل هلان. اهائي وٺ وٺان. اهائي جاکوڙ. ٻئي ڪيسا ۽ ٻئي مُنيون پريل وري ساڳيو چرس جو سوٽو. ساڳي بيهوشي، ۽ صبح جو ساڳيون گاريون.

ڪراچي هوٽل ۾ پورا ٻارهن سال ١٩٥٣ع کان ١٩٦٣ع تائين اچڻ وڃڻ پيو ٿيندو هئو. ساڳيو الڻ شاهه. ساڳي لڳي لڳي، ساڳيا ٺهڪ.

جڏهن الڻ شاهه جي مرڻ جي خبر ڪنهن دوست ٻڌايم، ته سوچڻ لڳس ته الڻ شاهه ڪيڏو نه اهم ڪردار هو. اسان سڀ، پنهنجي سڄي حياتي الڻ شاهه جي رڳو هڪ ڏينهن وانگر گذاريون ٿا. هتين خالي روئندا رڙندا اچون ٿا، ۽ مرڻ وقت تائين مال متاع گڏ ڪري پنهنجا ڪيسا ڀريون ٿا، ۽ جڏهن زندگيءَ جي شام ٿي ٿئي ته سيڪجهه ڪسجي ٿو وڃي. هيمنگوي جي ڪراڙي Old Man وانگر. ان وٽ پڪڙ، هڻ هٽان ۽ جاکوڙ ۾ جڏهن زندگي اسان سان مذاق ٿي ڪري، ته اسان ڪي الڻ شاهه جهڙي دل آهي، جو ان مذاق تي مُرڪون ۽ چئون. ”اها ڏاڍي لڳي.“

# سچ ورني

چوندا آهن تہ عشق ٿي ويندو آهي، ڪيو نہ ويندو آهي، پر ڪي چون ٿا تہ عشق ڪيو ويندو آهي، اهي ٻئي ڳالهيون صحيح ٿي سگهن ٿيون، پر "عشق ڪرايو ويندو آهي" ان تي عام ماڻهوءَ کي اعتبار گهٽ ايندو پر ڪڏهن ڪڏهن، هزارن ۾ هڪ اهڙو واقعو ٿي وڃي ٿو. اسان پهرين سال ميڊيڪل ۾ داخل ٿياسون تہ هر قسم جا شاگرد ۽ شاگرديائيون هيون، وڻ وڻ جي ڪاٺي اچي گڏ ٿي. انهن ۾ هڪ شفيق بہ هو، اصل ڪتابي ڪيڙو، نہ ڪنهن سان ڳالهائي نہ ڪنهن سان ٻولهائي، نہ ڪئنٽين، نہ ڪچهري، نہ فلم، نہ راڳ، رڳو ڪتاب، جي فري پيريڊ ملي تہ بہ ڪتاب ۾ منهن، جي گهر وڃوس تہ بہ ڪتاب ۾ منهن، سامهون سهڻي ڇوڪري مليس تہ بہ ڪتاب ۾ منهن. ڪتاب ڪانسواءِ ٻي ڳالهہ ئي نہ هئي. قد جو پورو پنو، جسم لهڪاريل، منهن ڏکيو ڪتابي پر ماس کان خالي، عينڪ اکين تي، "جوانيءَ ۾ پيري ٿي" جو جيئرو جاڳندو مثال هو. نوٽس وٺڻ ۽ نوٽبڪ ٺاهڻ جو ماهر، اکر اهڙا سهڻا لکندو جو موتين جا داڻا. ڊرائنگ اهڙي ڄڻ آرٽسٽ جي ڪڍيل آهي، نہ ڪنهن سان ڳالهائيندو نہ ٻولهائيندو، پيو نوٽبڪ ٺاهيندو ۽ ڊرائنگ ڪڍندو.

اهڙو همراهہ عشق ڪري، اهو عجيب سانحو آهي. ٿيو ائين جو مون کي اناٽاميءَ ڊپارٽمينٽ وارن شريف ترين شاگرد سمجهي، ڇوڪرين سان ڊسيڪشن پارٽنر ڪيو. شفيق جي ڊسيڪشن ٽيبل اسان جي پاسي ۾ هئي، مون سان ڊسيڪشن

پارٽنر ڇوڪرين ۾ هڪ سچ ورني، سون جي رنگ جهڙي ڇوڪري هئي، جنهن جا چپ لاليءَ ڪانسواءِ سدائين لال ۽ اکيون ڪجل ڪانسواءِ قاتل هيون، هن جا ڳل گلابي ۽ سندس ڏند موتين جي مالها هئي. شفيق جي ٽيبل جا سڀ ساٿي گهڙيءَ گهڙيءَ اسان جي ٽيبل ڏانهن نظر ڪندا هئا. پر هيءُ شفيق، ڊيڊ باڊيءَ سان ايترو محو هوندو هو جو مجال آهي جو اک مٿي کڻي ڏسي، تہ مُردن جي دنيا کان ٻاهر ڪا جيئري جاڳندي دنيا بہ آهي، جيڪا حقيقت آهي.

هن جو اهو حال ڏسي، سندس ٽيبل پارٽنرن فيصلو ڪيو تہ هن کي عشق ڪرائبو. پهريون پهريون اهو فرض مون تي رکيو ويو، تہ مان ساٿس اِن سچ ورنيءَ جي سونهن جي تعريف ڪري، کيس آمادہ ڪريان تہ اُن ڏي بہ ڪڏهن غلط انداز نظر ڪري. پر ان همراهہ تي ان جو اثر ائين ٿيو، جيئن ملان جي مٿان موسيقيءَ جو. هڪ ڏينهن هٽي وڃي هنڌ ڪيم. چيو مانس،

”سچ ورني تنهنجي ٽيبل وٽان لنگهندي تنهنجون Figures ڏٺيون، چيائين تہ هن جو جرنل ڏاڍو خوبصورت آهي.“

اِهو ڏڪ نشاني تي لڳو، همراهہ ڪجهہ مرڪيو، ٻئي ڏينهن چيو مانس، ”تنهنجي Hand writting جي تعريف ٿي ڪري.“

پوءِ روز ڪو نہ ڪو ڊائلاگ کيس ٻڌائبو هو. مون سان گڏ ان سازش ۾ هڪ ڇوڪري بہ شامل ٿي، جيڪا پڻ اسانجي ڊسيڪشن پارٽنر هئي. اسان ٻنهيَ کان وڌيڪ معتبر راوي ڪهڙو ٿي پئي سگهيو جيڪو سچ ورنيءَ سان گڏ روز ٿي چار ڪلاڪ ڊسيڪشن جا گڏ هجي.

پوءِ همراهہ جون اکيون ڊيڊ باڊيءَ مان اٿي گهڙيءَ گهڙيءَ اسان جي ٽيبل ڏي ٿي آيون. ڪاپيون ڪتاب وسري ويا، ان ڪاپيءَ ۾ جتي مردن جا هڏا، مشڪون ۽ دل گردا ڇاپيندو هو.

ان ۾ ان سچ ورنيءَ جا پورٽريٽ ٺهڻ لڳا. هڪ هڪ صفحي تي ٽيهه چاليهه دفعا ان محبوب جو نالو، خوش خط لکڻ لڳو.

جيڪا ڇوڪري مون سان گڏ سازش ۾ شريڪ هئي، ان انهيءَ ڳالهه جو ناجائز فائدو ورتو: شفيق جو اهو نوٽبڪ چورائي وجي "سچ ورنيءَ" کي ڏيکاريو، رڳو مذاق خاطر.

سچ ورنيءَ معمولي ڇوڪري نه هئي، هوءَ سنڌ جي گهٽي متاهين خاندان مان هئي، جنهن جي حويلين تان نر پکي هڪلبو هو، سندس سنياليندڙ هڪ وڏو فراخدل سياستدان هو، جنهن روايتي رسمون ٽوڙي هن ڇوڪريءَ کي نه فقط پردي کان ٻاهر ڪڍيو پر ميڊيڪل ڪاليج پڻ موڪليو هو.

اها ڳالهه "سچ ورنيءَ" مذاق ڪري نه ورتي پر ٻئي ڏينهن سندن پاءُ ڇهن پنجن پهلوانن سان اسان جي ڪاليج آيو. شفيق کي سڏ ڪري، جيپ ۾ ويهاري، ٻاهر وٺي سندس منهن ٽونشن سان سجائي، موٽائي ڪاليج ڇڏي ويو. اهي ڏينهن اهي شينهن وري شفيق عشق جو نالو نه ورتو.

# ڪئنٽين جو مئنيجر

هر ڪاليج ۾ ڪئنٽين کي مرڪزي حيثيت حاصل هوندي آهي. رومانس، سياستون، اسٽرائيڪون؟ تحريڪون، شرارتون، دوستيون، دشمنيون، سڀ ڪئنٽين کان شروع ٿينديون آهن، پر بدقسمتيءَ سان ايل ايم سيءَ کي ڪا ڪئنٽين ڪانہ هئي. هيءَ ١٩٥٣ع جي ڳالهہ آهي، جڏهن اسان جي بئچ داخل ٿي. ريلوي جي ٽي اسٽال وانگر، گاري سان لِٽل چلهين تي چڙهيل، ون يونٽ، ٽائيپ مِڪس چانهہ جون وڏيون اليومينم جون ڪٽليون پيون ڪڙهنديون هيون. مريض اتي چانهہ پيئندا هئا. ڊاڪٽر ۽ شاگرد، ڪنڌ واريءَ "اي-ون" هوٽل تي ويندا هئا. جيڪا فائيو اسٽار نہ، تہ بہ صاف سٿري هوندي هئي. (اڄڪلهہ ان جاءِ تي ڪا لئباريٽري آهي) ان هوٽل جي مالڪ کي مان "گانڌي ڇاپ" چوندو هيس. سنهڙو سڪل، سانورو، اکين تي عينڪ. اصل هو بهو مهاتما گانڌيءَ جهڙو هيو. مٿي تي اڇا وار هيس ۽ شيرواني پائيندو هيو. اصل ائين لڳندو هيو تہ مهاتما گانڌي اڇي وگ whig ۽ شيرواني پائي آيو آهي. هو نہ رڳو شڪل شبيهہ ۾ مهاتما گانڌيءَ جهڙو هيو، پر عادتن ۽ اطوارن ۾ بہ مهاتما جي فلسفي اهنسا Non - violence جو قائل هيو. جي ڪي شاگرد پاڻ ۾ وڙهندا هئا، تہ ڏاڍيءَ نيزاريءَ ۽ منٿن سان کين نہ وڙهڻ جو تاڪيد ڪندو هئو (سندس اهو اهنسا وارو رويو پنهنجي برنين ۽ فرنيچر جي بچاءُ جو بهانو هئو).

جي ڪنهن شاگرد ڏي اوڊر کي ڪافي عرصو گذري ويندو هئو، تہ نهايت شرافت سان، ٻئري هٿان پليٽ ۾ بل ان ڏانهن

موڪليندو هئو. ان جو اثر اڪثر اهو ٿيندو هئو جو اهو شاگرد هن ڏانهن گهُور ڪري نهاري بل ڦاڙي ڇڏيندو هئو، ۽ ٻئي ڪي ٻه ٽي گاريون ڏيئي ڇڏيندو هئو. سيٺ ان تي سُسِي ويندو هئو، ۽ جواب ۾ ڦڪي مرڪ مرڪندو هئو.

جيڪڏهن ڪو شاگرد اوڏر ڏيڻ ڪان سواءِ وئڪيشن تي ڳوٺ هليو ويندو هئو، ۽ ان جي گروپ جا دوست هوٽل ۾ ايندا، ڇي انهن سان وِهندو هئو. ۽ انهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪرڻ بعد ڪين چوندو.

فلان صاحب ڳائون گئي هوئي هين؟"

"وه آپ کو خط لکهتي هين؟"

"آپ بهي انکو خط لکهتي هونگي؟"

"اپ اگر خط لکهين تو ميري بهي سلام لکهه دين"

ظاهر آهي انهن سلامن موڪلڻ جو مطلب پيار محبت نه هوندو هئو پر، اوڌر ياد ڏيارڻ. مطلب ته هن ڪڏهن به اوڌر اڳاڙڻ لاءِ جهيڙو جهڳڙو نه ڪيو، پر اها به حقيقت آهي، ته ڪنهن به شاگرد هن جا پئسا نه ڪاڏا. (سواءِ ڪن ايڪڙ ٻيڪڙ جي) ڪن شاگردن ته ڊاڪٽر ٿيڻ بعد ڪمائي هن جي پائي پائي چُڪائي.

اي ون هوٽل جو هڪ عجيب واقعو ياد آهي: سخت گرمي هجي. هوٽل شاگردن ۽ ڊاڪٽرن سان ڪچا ڪچ ڀريل هجي. اسن چانهه پئي پيتي. ان ڪان اڳ پاڻي گهرايوسين. مون فاروق عالماڻيءَ جي گلاس ۾ چرچي طور لوڻ وجهي ڇڏيو. فاروق پاڻيءَ جو هڪ ڍڪ ڀري سمجهي ويو، ۽ مونکي به ٽي گاريون ڏيئي ٻئي ڪي پيو گلاس پاڻيءَ جو اٿي نه پيائين. ٻئرو پيو پاڻي کڻي آيو، ٻن منٽن کان پوءِ هڪ ٽيبل تان آواز آيو "ٻئرا - اس پاني مين کيا هئي اس مين نمک هي کيا؟" ٻئرو اتان گلاس کڻي ويو.

وري پـن تـنَ منٽـن ڪـان پــوءِ ٽيئـن ٽيبـل تـان اهـڙو ئـي گفتـو ٻڌوسين. ٽيو ائين جو اِهو فاروق عالماڻيءَ وارو گلاس هارڻ بدران ٻئي ٻين کي پئي ڏيندو ويو. ان تي فاروق کي ڪاوڙ آئي، ۽ ڪائونٽر تي وڃي سيٽ کي سٺو ٻڌائي آيو.

اهو هئو اي ون هوٽل جو حال. پر اي ون هوٽل جو ڪهڙو ڏوهه. تازو مون کي هڪ وزيرِ جي ياءُ اکين ڏٺي ڳالهه ٻڌائي، ته هڪ سرڪٽ هائوس ۾، وزيرن کي ٻه اوباريل گلاسنَ ۾ ٻچيل پاڻي هارڻ ڪانسواءِ پري پئي ڏناٺون.

نيٺ اسانجي ڪاليج جي پنهنجي ڪئنٽين ٺهي. سٽي برانچ جي پرائيويٽ وارڊ جي سامهون. صاف سٿري Non Profit جي اصول تي. شهر ۾ چانهه چئين آني ته اسان وٽ اڍائي آني. سيلف سروس. شاگردن، استادن، ڊاڪٽرن ۽ شاگرديائين اوڏانهن لاڙو ڪيو. اها ڪئنٽين ايڏي مشهور ٿي جو شهر جي ٻين ڪاليجن جا شاگرد اسان کي منٿون ڪندا هئا ته کين مهمان طور اتي وٺي وڃون. اهو سڀ گهڻو ڪجهه شاگرديائين ڪري هئو جيڪي حيدرآباد ۾ ٻئي ڪنهن به ڪيفي يا ڪئنٽين ۾ نظر نه ايندڀون هيون، ۽ ڪجهه ڪجهه چانهه جي لذت ۽ سستائيءَ ڪري. بهرحال ڇوڪريون شروع ۾ الڳ ٽيبلن تي وهنديون هيون پوءِ آهستي آهستي شاگردن سان گڏ وهڻ لڳيون.

ان ڪئنٽينَ جو مئنيجر عجيب هئو. مون سندس نالو رکيو هيو، سلو موشن، 'Slow Motion' سگريٽ گهروس، ته آهستي آهستي لڏي لمي پاڪيٽ ڪوليندو، سگريٽ ڪڍندو، ۽ پوءِ آهستي هٿ وڌائي ڏيندو، آهستي هٿ وڌائي پئسا وٺندو، آهستي خانو کولي ان ۾ وجهندو، ۽ آهستي آهستي ريزو (Change) ڪڍندو ۽ آهستي هٿ وڌائي گراهڪ کي ڏيندو. سيڪنڊن جو ڪم منٽن ۾ ڪندو.

ڪي شاگرد ڪئنٽين ۾ ورلي نظر ايندا هئا. انهن مان هڪ قسم هو ڪتابن جي ڪيڙن 'Book worms' جو. جيڪي سدائين لائبرريءَ ۾ ڪتاب پيا پڙهندا هئا. پيا اهي هئا، جيڪي ڪاليج ئي نہ ايندا هئا. جي ايندا هئا تہ اليڪشن، اسٽرائيڪ يا امتحان جي موقعن تي نظر ايندا هئا. پر ڪي شاگرد اهڙا بہ هئا جيڪي هر وقت ۽ هر موسم ۾ ڪئنٽين ۾ نظر ايندا هئا، انهن کي ڪئنٽين جا ڪيڙا ' Canfeen worms' سڏبو هئو.

ڇا جا ڪلاس، ڇا جي ڊسڪيشن، ڇا جا پرئڪٽيڪل. صبوح سان ڪئنٽين ۾ ويهبو، ۽ شام تائين اتي موجود هجبو.

انهن ڪئنٽين جي، ڪيڙن ۾ بہ شاگرد عجيب هيا. انهن جي جوڙي هئي، سدائين گڏ. ياجوج ماجوج وانگر. هڪ هئو عنايت هميراڻي، ۽ ٻيو آفتاب. عنايت. سويل ڪئنٽين ايندو. چانهہ جي گهرائيندو. جي ٻيو ڪو آيو، تہ چانهہ جي صلاح ڪري پنهنجي ٽيبل تي ويهاريندس. بئري کي سڏ ڪري، پاڻ واري گهرايل چانهہ جي سيٽ ڏي اشارو ڪري چوندس.

”تهوڙا سا پاني، تهوڑا سا دودهہ اور تهوڑي سي شکر لاوء.“

اهو سڀ ڪجهہ ايندو ۽ مهمان چانهہ پي ويندو. جي ٻيو ڪو آيو تہ، ان کي بہ چانهہ جي صلاح ڪري زوريءَ پنهنجي ٽيبل تي ويهاريندو هئو، ۽ بئري کي سڏ ڪري اهو ساڳيو ”تهوڑا سا دودهہ“ وارو آرڊر ورجائيندو هئو. تان جو اچي منجهند ٿيندي هئي. عنايت هميراڻي صاحب ڏاڍي رعب سان اٿي، ڪائونٽر تي. هڪ چانهہ جو بل ادائي آنا (اڇوڪا پندرهن پئسا) ڏيئي نٽ سان سگريٽ مان دونهان ڪڍندو نڪري ويندو هئو. وري ٻئي ڏينهن ساڳيا لاٽون ساڳا.

سلو موشن مئنيجر ڏاڍو ڪنجوس هئو. روزانا ٻڌا گراهڪ، جيڪي روز هن وٽ ڪجهہ نہ ڪجهہ رقم ٻاريندا هئا، انهن کي

ٽڪي جو بسڪوٽ بہ مفت نہ کارائيندو هئو. هڪ دفعي عنايت هميراڻيءَ ۾ آفتاب هڪ منصوبو ٺاهيو. آفتاب جي واقفيت بہ ڪرائي ڇڏيان. ڳاڙهو ڳٽول عاشق مزاج. شعر ۾ مصوريءَ جو شوقين. ڪنهن سنگدل جي پيار جي چوٽ کاڌل. سندس هر نوٽبڪ ۾ جرنل تي ان سنگدل جا اسڪيچ. ۾ زبان تي هر وقت ان جي بي وفائي جا شڪوا. هٽي ڏٽي فائينل تہ پاس ڪري ويو، پر ان پٿر دل جي جدائيءَ ۾ جُهرندو رهيو. سندس جوڙيوال هميراڻي تہ ٻن ٽن سالن بعد ئي ڪاليج ڇڏي وڃي ٻئنڪ وسائي.

سو هنن ٻنهي جوڙيوالن هڪ اسڪيم ٺاهي. ڪئنٽين جي مئنيجر کي چياٿون تہ "تنهنجو جنم ڏينهن ڪهڙي تاريخ تي آهي" هن ٻڌايو. هنن چيو تہ "تون پنهنجو جنم ڏينهن ملهائيندو آهين،"

هو ويچارو غريب پراڻي زماني جو. هن چيو تہ "مونکي ڪهڙي طاقت آهي جنم ڏينهن ملهائڻ جي" هنن چيس تہ "هن دفعي اسان تنهنجو جنم ڏينهن ملهائينداسين." همراهہ ڏاڍو خوش ٿيو هميراڻيءَ کانئس جنم ڏينهن جي تاريخ پڇي، ان تاريخ تي سيني شاگردن کي ٻڌائي ڇڏيوسين. جيڪو شاگرد ڪئنٽين ۾ اچي، اهو هن کي "هئپي برٿ ڊي" چوندو وڃي. همراهہ بہ ٽڙي پيو، واڇ ئي گودو تي ويس. ڏند پيو شيڪي، پلا ويچاري کي زندگيءَ ۾ پهريون دفعو ايڏي اهميت ملي هئي. هُن چاليهن پنجتاليهن سالن جي عمر ۾ پهريون دفعو هئپي برٿ ڊي، جا لفظ ٻڌا هئا. سو ڏاڍو خوش هجي.

شام جو آفتاب ۾ هميراڻي ڪيس ڪامن روم ۾ وٺي آيا، جتي هڪ سادو ڪيڪ سندس انتظار ۾ هئو. اٺَ ڏهہ دوست بہ موجود هئا. هن کان ڪيڪ ڪٽايو ويو. تاڙيون وڳيون. "هئپي

برٿ ڊي" جا چِٽ ڏاريندڙ نعرا لڳا. چانهه سندس ئي ڪئنٽين تان آئي. ۽ پارٽي پوري ٿي.

پارٽي ختم ڪري ڀڪندو جڏهن هو ڪائونٽر تي پهتو ته ڍَڪَرَ وٺي ويس. منهن تان مرڪ اڏامي ويس ۽ ان جي جاءِ تي ڪاوڙ ۽ پريشانيءَ جون ريکائون ظاهر ٿيون. ڪائونٽر واري شو ڪيس مان اهو ڪيڪ غائب هئو، جنهن مان هو سلائيسز ڪاٽي وڪڻندو هو. مٿي کي هٿ ڏيئي ويهي رهيو.

اسانکي چيائين "اها ڳالهه ٺيڪ ناهي. منهنجو ڪيڪ چوري ڪيو اٿو پري ڏيو."

هميراٽي چيس "اڙي مِکي چوس، هونءَ جڻ تون اسان کي برٿ ڊي جي پارٽي ڏين ها. برٿ ڊي به تنهنجو ۽ ڪيڪ جا پئسا به اسان پريون."

اونهارو آيو، ته حيدر آباد جي سانجهيءَ جون وٽندڙ هوائون لڳيون. مون ۽ قمر، ڪرسيون ڪئنٽين کان ٻاهر چبر تي رکرايون. ۽ پوءِ هر اونهاري ۾، سج لٿي کان پوءِ، سائيءَ چبر تي، وٽندڙ هوائن ۾ محفلون مچنديون رهيون.

ڪجهه سال ٿيا. ڪنهن ڪم سانگي ايل.- ايم- سي وڃڻ ٿيو. ڪئنٽين وٽان لنگهيس ته ساهه ستّ ڏني- اندر گهڙي ويس. هڪ خالي ٽيبل والاريم - چوڌاري نهاريم. ساڳيون پٿيون ساڳا در. نه اهو مئنيجر، نه اهي ساٿي شاگرد. پر هر ٽيبل تي نوان چهرا. اڻ سڃاتل. مون ڏانهن ڏٺائون. هڪ ٻئي کي اشارن ۾ ڪجهه چيائون. اکين ئي اکين ۾ ڄڻ چوندا هجن. هيءُ وڏي عمر وارو اوپرو ڪير آيو آهي؟ مون کي ائين لڳو. ڄڻ مان هنن جي وچ ۾ دخل انداز ٿيو آهيان، دل چاهيو ته انهن سان رلي ملي وڃان. انهن سان ٽهڪ ڏيان، کِلان ڳالهايان. ڪين چوان ته مان به هن ڪئنٽين جو ڪيڙو رهي چڪو آهيان. پر پاڻ کي روڪي

ويس.

سوچيم. انهن ۾ ڪوبه تنوير هوندو. ڪا قمر هوندي. ڪو همیراڻي هوندو. ڪو آفتاب هوندو. مان ڇو انهن جو مزو خراب ڪيان.

چانهه پوري ڪري بل ڏيئي، ٻاهر نڪري آيس.

## نيو فيلڊس جا جلد ايندڙ ڪتاب

| | |
|---|---|
| 1- علم تحقيق | الهداد ٻوهيو |
| 2- فرينچ انقلاب | محمد ابراهيم جويو |
| 3- منهنجي دنيا ، مرگهه ترشنا (ناول) | سراج |
| 4- اُڀر چنڊ ، پسڻ پرين (شاعري) | شيخ اياز |
| 5- اي جرني ٽُ ٽانلنڊ | الطاف شيخ |

## نيو فيلڊس جا تازا شايع ٿيل ڪتاب

| | |
|---|---|
| 1- روس جو سير (سفر نامو) | جواهر لال نهرو |
| 2- ڳالهيون آهن ڪچ (سفرنامو) | الطاف شيخ |
| 3- ونڊسر محل جو مسافر (سفرنامو) | عبدالجبار جوڻيجو |
| 4- وڄو وسڻ آئيون (شاعري) | شيخ اياز |
| 5- تنهنجي دنيا ، سپ رنگ سانول (ناول) | سراج |
| 6- شاهه لطيف جي شاعري (ٽي جلد) | تنوير عباسي |
| 7- پنهل کان پوءِ - جڳ مڙيوئي سپنو ( ٻ ڪتاب) | شيخ اياز |

## پڙهندڙن لاءِ خوشخبري

نيو فيلڊس جا 20 عدد ڪتاب گهرائڻ تي 33 فيصد رعايت. 15 تي 25 فيصد رعايت. 10 تي 15 فيصد رعايت ۽ 5 عدد ڪتاب گهرائڻ تي 10 فيصد رعايت ڏني ويندي. نيو فيلڊس اداري جو ميمبر ٿيڻ لاءِ ڪو شرط نہ آهي صرف پنهنجي رضا مندي لکي موڪليندا. ڪتابن جي لسٽ يا ٻي معلومات گهرائڻ لاءِ جوابي لفافو موڪلڻ ضروري آهي

گهٽ ۾ گهٽ 3 عدد ڪتاب يا 50 رپين کان مٿي جي رقم جو آرڊر موڪليندا ڪريو.

## نيو فيلڊس جا ڪتاب هيٺين هنڌن تان بہ ملي سگهن ٿا.

- پٺاڻي ڪتاب گهر، بس اسٽينڊ سجاول.
- ماروي ڪتاب گهر، بس اسٽاپ نصر پور ناڪو، ٽنڊو الهيار.
- ڪيپيٽل نيوز ڪارنر، صدر ڪراچي.
- ڏاهپ ڪتاب گهر، شهيد فاضل راهو روڊ، قمبر علي خان.

## پنهنجي لائبريري ۽ مطالعي لاءِ
## نيو فيلڊس جا هيٺيان ڪتاب اهميت رکن ٿا.

### "پنهل کان پوءِ"
### "جڳ مڙيوئي سپنو"

شيخ اياز جا مشهور ٻه ڪتاب هڪ ئي جلد ۾. انهن ٻن ڪتابن ۾ شيخ اياز جون مشهور ڪهاڻيون، جيڪي هُنَ 16 ورهين جي عمر ۾ لکيون. رومانوي خطَ ۽ آتم ڪهاڻي، جنهن ۾ هند ۽ سنڌ جي مشهور ادبي شخصيت سان ملاقاتن جو ذڪر آهي. ڊيمي سائيز ۾- صفحا 220- اڇي ڪاغذ تي ڇپيل- آفسيٽ تي پنجن رنگن ۾ خوبصورت ڇپيل- ٽائيٽل قيمت -/40 رپيا

### "شاهه لطيف جي شاعري"

ٽن جلدن تي مشتمل تنوير عباسيءَ جو هي شاهه لطيف جي شاعريءَ تي تحقيقي ڪتاب ادبي حلقن ۾ پنهنجي اهميت مڃائي چڪو آهي. ڊيمي سائيز ۾ 380 صفحن تي مشتمل- خوبصورت ٽائيٽل- قيمت -/60 رپيا.

### "روس جو سير"

جواهر لال نهروءَ روس ۾ سفر دوران جيڪي ڪجهه ڏٺو، ٻڌو ۽ محسوس ڪيو سو خوبصورت انداز ۾ تحرير ڪيو آهي. اڇي ڪاغذ تي ڇپيل- خوبصورت ٽائيٽل- قيمت -/30 رپيا

### "ڳالهيون آهن ڳچ"

الطاف شيخ پنهنجي هن سفرنامي ۾ ملائيشيا ملڪ بابت اهڙين ڳالهين، واقعن ۽ تجربن جو ذڪر ڪيو آهي جو پڙهندي، وقت جو احساس ئي نه ٿيندو آهي ۽ ڪتاب پورو ٿي ويندو آهي. تصويرن سان سينگاريل- خوبصورت ٽائيٽل- قيمت -/36 رپيا.

### "راهون چنڊ ستارا"

ماهتاب محبوب فار ايسٽ جي سفر دوران جن جن مشهور جاين ۽ هنڌن تي ويئي تن جو ذڪر اهڙي نه خوبصورت ۽ وڻندڙ انداز سان ڪيو آهي جو ڄڻ ته فلم ڏسي رهيا آهيون. 16 صفحن تي مشتمل رنگين تصويرن سان سينگاريل- قيمت -/40 رپيا.

### "پونر پري آڪاس"

شيخ اياز جو اهڙو انقلابي شاعري جو ڪتاب جنهن تي 25 سال اڳ پابندي وڌي ويئي هئي. اڇي ڪاغذ تي ٿنين خوبصورت ٽائيٽل سان سينگاريل قيمت -/70 رپيا.

# نيو فيلڊس پبليڪيشنس جا شايع ٿيل ڪتاب

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٠١ | بين الاقوامي قانون ۽ تنظيم | فيروز احمد | (ختم ٿيل) |
| ٠٢ | جيل ۾ ٢٢ مهينا (ڀاڱو ١) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ٠٣ | اڌ ملاقات (خط) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ٠٤ | جيل گهاريم جن سان | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ٠٥ | جيل ۾ ٢٢ مهينا (ڀاڱو ٢) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ٠٦ | زندگيءَ جو تنها مسافر (ڪهاڻيون) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ٠٧ | ٤- مارچ ۽ سنڌي جوڌا | — | -/٢٠ |
| ٠٨ | بهترين ڪهاڻيڪارن جون بهترين ڪهاڻيون | — | (ختم ٿيل) |
| ٠٩ | اونداهي ڌرتي روشن هٿ (ناول) | آغا سليم | -/٤٥ |
| ٠١٠ | رات منهنجي روح ۾ | غلام نبي مغل | (ختم ٿيل) |
| ٠١١ | ٣٠ سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو ١) | — | (ختم ٿيل) |
| ٠١٢ | ٽڏا چپ (ڪهاڻيون) | ايشور چندر | (ختم ٿيل) |
| ٠١٣ | وايون وڻجارن جون (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/١٢ |
| ٠١٤ | ٣٠ سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو ٢) | — | (ختم ٿيل) |
| ٠١٥ | بندر بازاريون (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ٠١٦ | شڪليون (خاڪا) | عبدالقادر جوڻيجو | (ختم ٿيل) |
| ٠١٧ | يادگار ڪهاڻيون | مختلف ڪهاڻيڪار | (ختم ٿيل) |
| ٠١٨ | ٽين دنيا جون ڪهاڻيون | ولي رام ولڀ | (ختم ٿيل) |
| ٠١٩ | عظيم ڪهاڻيڪارن جون عظيم ڪهاڻيون | — | (ختم ٿيل) |
| ٠٢٠ | دل اندر درياءُ (ڪهاڻيون) | مدد علي سنڌي | (ختم ٿيل) |
| ٠٢١ | دل جو بندر (ناول) | اٿورل آئيويس/نصير اعجاز | (ختم ٿيل) |
| ٠٢٢ | رهيل قرض (ڪهاڻيون) | ظفر حسن | -/١٢ |
| ٠٢٣ | درد جي خوشبو (ناول) | قاضي خادم | (ختم ٿيل) |
| ٠٢٤ | ڪنهن سان سور سليان | مرتب: فيروز احمد | (ختم ٿيل) |
| ٠٢٥ | فڪر جي آزادي | آسٽيفن زوينگ/ابراهيم جويو | (ختم ٿيل) |
| ٠٢٦ | منهنجو ساگر، منهنجو ساحل (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/١٦ |
| ٠٢٧ | غلامن جو ٻيڙو (ناول) ايرڪ ڪاربر | دوست محمد پٽي | (ختم ٿيل) |
| ٠٢٨ | سي ٽي جوين ڏينهن (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/١٠٥ |

٢٩. عاشي(ناول) هينري رائبڊ هئگرڊ/فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
٣٠. مي پيڙيون رکين ٻاجهه سين (سفرنامو) الطاف شيخ -/٢٠
٣١. سڌارٿ (ناول) هرمن هيس/فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
٣٢. جهان رس (ڪهاڻيون) الطاف شيخ (ختم ٿيل)
٣٣. روح جي ڪولا (ناول) مترجم: فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
٣٤. درد جا ڏينهن، درد جون راتيون طارق اشرف (ختم ٿيل)
٣٥. سانباهو سمونڊ جو (سفرنامو) الطاف شيخ (ختم ٿيل)
٣٦. سورج هوندي مرجهايل(ڪهاڻيون) نجم عباسي (ختم ٿيل)
٣٧. آسيه (ناول) هينري رائبڊرهئگرڊ/فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
٣٨. قلندر (ڪهاڻيون) قرت‌العين حيدر/مدد علي سنڌي -/١٢
٣٩. الطاف شيخ جي نوٽبڪ تان الطاف شيخ (ختم ٿيل)
٤٠. سزا جا سک آسڪر وائلڊ/فضل احمد بچاڻي -/١٢
٤١. بهترين سفرناما الطاف شيخ (ختم ٿيل)
٤٢. للڪار(ڪهاڻيون) نجم عباسي (ختم ٿيل)
٤٣. ٽڪل سريت(ڪهاڻيون) البرتو موراويا/وليم ولپ -/١٥
٤٤. لنڊن تائين لفٽ (ڪهاڻيون) الطاف شيخ (ختم ٿيل)
٤٥. تصويرجو خون آسڪروائلڊ/فضل احمد بچاڻي (ختم ٿيل)
(پڪچر آف ڊورين گري) (ناول)
٤٦. حليم شو حليم بروهي (ختم ٿيل)
٤٧. پارن جون آکاڻيون الطاف شيخ (ختم ٿيل)
٤٨. سپون خليل جبران/فضل احمد بچاڻي -/٢٥
٤٩. سفر يورپ جي ڊائري(سفرنامو) قاضي عبدالمجيد عابد -/٤٠
٥٠. آزادي خاطر (ڪهاڻيون) مرتب: فيروز احمد (ختم ٿيل)
٥١. چانديءَ جون تارون (ڪهاڻيون) ماهتاب محبوب (ختم ٿيل)
٥٢. سڀ سدا بهارچنبيلي (ناول) الطاف شيخ -/٢٠
٥٣. پيار ڪهاڻي (ناول) نجم عباسي (ختم ٿيل)
٥٤. ٽيگرو عشق ۽ بغاوت ڪرسٽوفر نڪول/نصير اعجاز (ختم ٿيل)
٥٥. شرم پوتي (ناول) گوبند مالهي (ختم ٿيل)

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٠٥٦ | اڳي ايئن هياس (جلد ١) | فضل احمد بچاڻي | -/٢٠ |
| ٠٥٧ | پره کان پهرين (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | -/١٦ |
| ٠٥٨ | بلنديون (ناول) | نجم عباسي | -/١٦ |
| ٠٥٩ | ريج ۽ پاڇا (ناول) | موهن ڪلپنا | (ختم ٿيل) |
| ٠٦٠ | مون تو کي پيار ڪيو (ڪهاڻيون) | پوپٽي هيرانندڻي | (ختم ٿيل) |
| ٠٦١ | آيل ڙي اولاڻا (ڪهاڻيون) | علي بابا | (ختم ٿيل) |
| ٠٦٢ | شاهه لطيف جي شاعري (جلد II) | تنوير عباسي | (ختم ٿيل) |
| ٠٦٣ | اپٽي گهوٽ ته نشا ٿيوئي (سفرنامو) | لوڪرام ڏوڏيجا | (ختم ٿيل) |
| ٠٦٤ | موهن جو دڙو (ناول) | علي بابا | (ختم ٿيل) |
| ٠٦٥ | ادو عبدالرحمان (ڪهاڻيون) | امر لعل هنگوراڻي | -/١٢ |
| ٠٦٦ | ڌرتي روشن آهي (ڪهاڻيون) | آغا سليم | (ختم ٿيل) |
| ٠٦٧ | دارون هن ديواني جو (ڪهاڻيون) | نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| ٠٦٨ | پيغامبر | خليل جبران/ستار | -/٢٠ |
| ٠٦٩ | همه اوست (ناول) | آغا سليم | (ختم ٿيل) |
| ٠٧٠ | اداس واديون (ڪهاڻيون) | حميد سنڌي | -/١٢ |
| ٠٧١ | آئيني جي اکيان | ١٧ ساهتڪار | -/١٢ |
| ٠٧٢ | چنڊ چنبيلي ۽ ول (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ٠٧٣ | لهر لهر زندگي (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | -/٣٠ |
| ٠٧٤ | الٽون ماڻهو (ڪهاڻيون) | سراج | (ختم ٿيل) |
| ٠٧٥ | ٻه ننڍا ناول (ٻه ناول) | آغا سليم | (ختم ٿيل) |
| ٠٧٦ | اڳي ايئن هياس (جلد ٢) | فضل احمد بچاڻي | -/٢٥ |
| ٠٧٧ | رڻ تي رم جهم (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ٠٧٨ | واٽ ويندي | علي احمد بروهي | (ختم ٿيل) |
| ٠٧٩ | مڪلي ۽ کان ملاڪا تائين (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/٣٥ |
| ٠٨٠ | ڪهاڻي جو قافلو | نجم عباسي | -/١٥ |
| ٠٨١ | ساهيوال جيل جي ڊائري | شيخ اياز | -/٣٥ |
| ٠٨٢ | سنگاپور ويندي ويندي (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/٣٥ |
| ٠٨٣ | چنڊ جا تمنائي (ڪهاڻيون) | آغا سليم | (ختم ٿيل) |

| | | |
|---|---|---|
| ٨٤. ڀڳت سنگهه کي ڦاسي | شيخ اياز | ٢٥/- |
| ٨٥. ست چيڪوسلاوياڻي آکاڻيون | جڳت آڏواڻي | ١٠/- |
| ٨٦. ست ڪشميري آکاڻيون | اختر محيعدين/ايشورچندر | ١٢/- |
| ٨٧. ٻن ڇڙ ۽ چنڊ (شاعري) | آغا سليم | ١٠/- |
| ٨٨. ڪوالالمپور ڪجهه ڪوهه (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ٨٩. ڪپر ٿو ڪن ڪري (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ٩٠. سڏن مٿي سڏڙا | علي احمد بروهي | (ختم ٿيل) |
| ٩١. ڪانڊي | لوئي فشر/نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| ٩٢. ڀڳل کنيڙا ليون | خليل جبران/عبدالله الفائز | ٢٥/- |
| ٩٣. ماستر هريام جو بنڪاڪ وڃڻ.... | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ٩٤. ڪي جو ٻيجل ٻوليو (شاعري) | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ٩٥. سرهي سرهي سار (سفرنامو) | ماهتاب محبوب | ٣٥/- |
| ٩٦. خط، انٽرويو ۽ تقريرون | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ٩٧. دنگيءَ منجهه درياهه (سفرنامو) | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ٩٨. ڏيئا تيل ڦليل جا | علي احمد بروهي | ٣٠/- |
| ٩٩. راج-گهاٽ تي چنڊ (شاعري) | شيخ اياز | ٦٠/- |
| ١٠٠. موتي جي مهراڻ جا | مرتب: فيروز احمد | ٥٥/- |
| ١٠١. تلاش (ناول) | نجم عباسي | ٣٠/- |
| ١٠٢. لڙيو سج لڪن ۾ (شاعري) | شيخ اياز | ٢٠/- |
| ١٠٣. ڏاهي جهرڪي ۽ ٻيون آکاڻيون | الطاف شيخ | ٣٥/- |
| ١٠٤. مرڻ مون سين آهه (ناول) | سراج | ٦٠/- |
| ١٠٥. پڙاڏو سوئي سڏ (ناول) | سراج | ٥٠/- |
| ١٠٦. رات وچ ۾ (ناول) | برٽ هيليڊي/فضل احمد بچاڻي | ٢٠/- |
| ١٠٧. ٻڙ جي ڇانوَ اڳي ڪان گهاٽي (شاعري) | شيخ اياز | ٥٠/- |
| ١٠٨. اڪ سور (ناول) | رابندر ناٿ ٽئگور | ٥٠/- |
| ١٠٩. جت جر وهي ٿو جال (سفرنامو) | الطاف شيخ | ٥٠/- |
| ١١٠. رني ڪوٽ جو خزانو (ڪهاڻيون) | امر جليل | ٤٠/- |
| ١١١. ماسترياڻي (ناول) | مترجم: نجم عباسي | ٢٥/- |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٠١١٢ | آڪن نيرا ڦليا (شاعري) | شيخ اياز | -/٥٠ |
| ٠١١٣ | منهنجي دنيا، هيڪل وياڪل (ناول) | سراج | -/٢٥ |
| ٠١١٤ | رڻ ۽ رڃ جو اتهاس (ڪهاڻيون) | نورالهديٰ شاهه | (ختم ٿيل) |
| ٠١١٥ | انقلابي ماءُ (سوانح حيات) | مترجم: آزاد قاضي | -/٢٥ |
| ٠١١٦ | ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون | شيخ اياز | (ختم ٿيل) |
| ٠١١٧ | جلاوطن (ڪهاڻيون) | نورالهديٰ شاهه | -/٥٠ |
| ٠١١٨ | جڏهن مان نه هوندس (ڪهاڻيون) | امر جليل | -/٥٥ |
| ٠١١٩ | پونم پڙي آڪاس (شاعري) | شيخ اياز | -/٥٠ |
| ٠١٢٠ | راهون چنڊ ستارا (سفرنامو) | ماهتاب محبوب | -/٤٠ |
| ٠١٢١ | يادون جي اندلٺ | الطاف شيخ | -/٣٠ |
| ٠١٢٢ | جهڙ نيڻان نه لهي (شاعري) | شيخ اياز | -/٣٥ |
| ٠١٢٣ | وقت وٺيون وڇوٽيون (ناول) | ڪلا پرڪاش | -/٢٠ |
| ٠١٢٤ | شاهه لطيف جي شاعري جلد I II ۽ III | تنوير عباسي | -/٦٠ |
| ٠١٢٥ | تنهنجي دنيا، سپ رنگ سانول (ناول) | سراج | -/٤٠ |
| ٠١٢٦ | وڃون وسڻ آئيون (شاعري) | شيخ اياز | -/٤٥ |
| ٠١٢٧ | ونڊسر محل جو مسافر (سفرنامو) | عبدالجبار جوڻيجو | ٢٠ |
| ٠١٢٨ | ڳالهيون آهن ڳچ (سفرنامو) | الطاف شيخ | -/٣٦ |
| ٠١٢٩ | روس جو سير (سفرنامو) | جواهر لال نهرو | -/٣٠ |
| ٠١٣٠ | پنهل ڪان پوءِ ۽ جڳ مڙيوئي سپنو | شيخ اياز | -/٤٠ |

ڳهرائڻ لاءِ لکو: نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

نيو فيلڊس جو مئي ۱۹۹۰ع ۾ شايع ٿيندڙ ڪتاب

# فرينچ انقلاب

## [هڪ هاريءَ جي پڙدايل ڪهاڻي]

مترجم: محمد ابراهيم جويو

ٻيو ڀاڱو ڀڙيون - سترهن باب - صفحا ۴۰۰

---

”اميرن جي خلاف فرينچ عوامَ ۽ وچ وارن طبقن جي عظيم انقلاب (۱۷۸۹ع) جي ڪهاڻي گهڻن ماڻهن پڙهائي آهي. آهي ماڻهو عالمَ آهن، دانشور آهن، جن مامرن کي اعليٰ اوچاين تان ڏٺو آهي؛ پر آءٌ، پنهنجي سڀ، هڪ پيرسن هاري آهيان، ۽ رڳو هارين جون ڳالهيون ڪرڻ چاهيان ٿو....

”تہ، اوهان کي خبر هجي تہ، انقلاب کان اڳ، فرانس ٻرج جي جاگيرنَ ۽ نوابيءَ ۾ پنج ماتحت ڳوٺ شامل هئا....“

”هيلتائين اوهان کي منهنجو ڇهين مئي جو لکيل خط پهچي ويو هوندو.... منهنجو اِهو فرض آهي تہ جو ڪجهہ هتي [ورسائيلز] ۾ هلي چلي ٿو، آن کان اوهان کي باخبر رکان.... آءٌ، جو هتي آيو آهيان، سو سڀني لاءِ، هرهڪ لاءِ، آيو آهيان، ۽ نہ رڳو پنهنجي لاءِ، ۽ آءٌ سچ پچ تہ هڪ نالائق ۽ پاڃي ماڻهو ٿيندس، جو آءٌ انهن ماڻهن کي پنهنجين ڪوششن جو، پنهنجن عملن جو، حساب نہ ڏيان [جن مون کي چونڊي هتي موڪليو آهي].... بادشاهہ ۽ دربار ورسائيلز جي ٻاهران وڏي محل ۾ مقيم آهن، جيڪو شهر ۽ ان جي ٻاهران باغن جي وچ ۾ هڪ قسم جي ٽڪريءَ تي ٺهيل آهي.... سوچيو تہ سهي تہ اِن محل جي اڏاوت تي ۽ اِيتري آن جي ڏيکاءَ ۽ ڏيا تي اسان جي کيتن ۾ ڪيترن هزارن انسانن پنهنجون سڄيون عمريون ڏنيون هونديون.... تہ جيئن امير ۽ آنهن جا ڇاڙتا، محل جي اِنهن عمارتن ۾ پوري سک ۽ آرام ۾ رهن.... هِنن جو عيش بهرحال ضروري آهي.... [پوءِ] فرانس جو ٿي ٻاڱي چار آدم ٻيل تہ سؤ سال آس ۾ ۽ برف ۾، ڏينهن رات، ڳهندو وتي ۽ جانورن جيان، بکيو اُڃيو، زبان ڪڍيو، وهندو رهي ۽ مرندو رهي....“

—

پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، پاڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها تـوڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)